# سنڌو لکت ۽ ٻولي

ايس - آر - راءُ

مترجم:
عطا محمد ڀنڀرو




سنڌي ٻوليءَ جو با اختيار ادارو.

سنڌو لکت جو مطالعو

سلسلي جو پهريون ڪتاب

# سنڌو لکت ۽ ٻولي


ايس- آر- راءُ

مترجم

عطامحمد ڀنڀرو






سنڌي ٻوليءَ جو بااختيارادارو

حيدرآباد، سنڌ

۱۴۱۴هه/ ۱۹۹۴ع

سڀ حق ۽ واسطا محفوظ

---

| | |
|---|---|
| پهريون ڇاپو: | ڊسمبر 1994ع |
| تعداد: | هڪ هزار |
| قيمت: | 90 روپيا |

ملڻ جو هنڌ:
سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو
سنڌ صوبائي ميوزيم، نيشنل هاءِ وي
حيدرآباد ، سنڌ
پاڪستان

---

هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جي ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيو ۽ اداري پاران اشاعتي نگران امين لغاري ايجوڪيشنل پريس پاڪستان چوڪ ڪراچي، مان ڇپرائي اداري مان پڌرو ڪيو.

# فهرست

# ٻہ اکر

سنڌو لکت تي ڪيترن ئي ڏيهي ۽ پرڏيهي ماهرن ڪافي ڪوجنا ڪئي آهي. محترم سراج الحق ميمڻ ۽ ڊاڪٽر غلام علي الانا جا ڪتاب هن اهم موضوع تي ڇپجي چڪا آهن. ان ڪان علاوه ڊاڪٽر داني ۽ محترمہ پروين ٽالپر پڻ سنئي محنت ڪئي آهي. مدراس جي هڪ ماهر مهاديوان ڪمپيوٽر جي ذريعي سنڌو لکت واري ذخيري جو اپياس ڪري هڪ ڪتاب تيار ڪيو، جيڪو 1977ع ۾ شائع ٿيو. فنلئنڊ جا ماهر ڪيموڪوسڪينيمي ۽ آسڪوپار پولا ڪافي عرص ڪان سنڌو لکت جي مطالعي ۾ مصروف آهن. ان ڪان علاوه روسي ۽ آمريڪي ماهر پڻ هيءَ ڳجهارت ڳولڻ لاءِ متا مونا هٽي رهيا آهن. انهن مڙني ڏيهي ۽ پرڏيهي ماهرن جون محنتون وڏي اهميت رکن ٿيون. پر اڃا سوڌو ڪوبہ ڏيهي يا پرڏيهي عالم اها ڳجهارت ڀڃي ڪونہ سگهيو آهي. موهن جي دڙي يا ٻين ماڳن تان لڌل مهرن ۽ ٻين شين جا اسان وارث آهيون. اهي سڀ اسان جون شيون آهن. اسان کي انهن تي فخر آهي. پر نهايت افسوس جي ڳالهہ آهي، جو اسان انهن مهرن ۽ ماڳن تي ايتري ڪوجنا ڪانہ ڪئي آهي، جيتري پرڏيهي عالمن ڪئي آهي.

سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري ٻاران اهو ضروري سمجهيو ويو تہ هن اهم موضوع تي پرڏيهي ماهرن جا جيڪي ڪتاب انگريزي ۾ شائع ٿيا آهن، تن جو سنڌي ۾ ترجمو ڪرايو وڃي، تہ جيئن سنڌ جا عالم هن موضوع تي وڌيڪ تحقيق ڪري سگهن. پهرين مرحلي ۾ اسان چئن ڪتابن جي چونڊ ڪئي. اهي چارئي ڪتاب

ترجمي لاءِ محترم عطا محمد ڀنڀري جي حوالي ڪيا ويا، ڀنڀري صاحب پنجن مهينن ۾ انهن ڇهني ڪتابن جو ترجمو مڪمل ڪيو. هيءُ ان سلسلي جو ڇهون ڪتاب آهي، جيڪو ايس - آر - راءُ جو لکيل آهي. ايس - آر - راءُ وڏو جاکوڙي جوان هو، قديم آثارن سان ڪيس تمام گهڻي دلچسپي هئي،هو سچي حياتي کوجنائون ڪندو رهيو. هن لوٿل ۽ سنڌ سڀيتا بابت هڪ ڪتاب تيار ڪيو. ان کان علاوه هن ڪرناٽڪ جي قديم تصويرن تي پڻ معياري تحقيق ڪئي آهي.

هن هندوستان جي سامونڊي ڪنارن وارن قديم آثارن تي پڻ کوجنا ڪري هڪ بهترين ڪتاب تيار ڪيو، سندس هڪ ڪتاب Deciphement of Indus Script (سنڌو لکت جي پاڇ) وڏي اهميت رکي ٿو. انشاء الله جلد ئي سندس مذڪوره ڪتاب جو ترجمو شايع ڪرايو ويندو، مطلب تہ هن سنڌو تهذيب ۽ سنڌو لکت تي ساراهہ جوڳو ڪم ڪيو آهي، سندس هڪ ضخيم ڪتاب Dawn and Devolutions of the Indus Civilization ١٩٩١ع ۾ دهليءَ مان شايع ٿيو. ان ۾ هڪ باب سنڌو لکت بابت آهي. هيءُ ان باب جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو ڀنڀري صاحب تمام سهڻي نموني ڪيو آهي، جنهن لاءِ ادارو سندس ٿورائتو آهي.

راءُ جي راءِ آهي تہ سنڌو لکت برهمي ۽ سامي لکت کان گهڻي پراڻي آهي، تنهن ڪري اهو چوڻ صحيح ٿيندو تہ برهمي ۽ سامي لکت پنهنجون علامتي نشانيون سنڌو لکت تان ورتيون آهن. هن کوجنا ڪري ٻڌايو آهي تہ سترهن نشانيون اهڙيون آهن، جيڪي سامي ۽ سنڌو لکت ۾ هڪ جهڙيون آهن ۽ سورهن نشانيون وري اهڙيون آهن، جيڪي سنڌو ۽ برهمي لکت سان هڪ

جهڙائي رکن ٿيون.

۱۰۰۰ ق – م واري دور جي سنڌو لکت تي بحث ڪندي لکي ٿو تہ ”اسان کي پوئين دور جي ٻيٽ دوارڪا ۽ جبلن تي برهمي لپيءَ ۾ اشوڪ جي لکت مان پتو پوي ٿو تہ برهمي لکت سنڌي تصويري الف – ب تان ورتل آهي. ۽ سنڌو لکت ۾ بہ اهڙا مکيہ اصول آهن، جن برهمي لکت تي گهرو اثر ڪيو آهي.

سنڌي ۽ قديم ايراني ٻولي واري باب ۾ بحث ڪندي هو ٻڌائي ٿو تہ ، سنڌي ٻوليءَ جو قديم ايرانيءَ سان پڻ لاڳاپو هو، پر لغوي ۽ معنوي لحاظ سان سنڌي ٻوليءَ جو وديڪ لاڳاپو هند آريائي ٻوليءَ سان ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ايس – آر – راءِ جي راءِ سان ڪو متفق ٿئي يا نہ، پر ايترو ضرور مڃڻو پوندو تہ هُن وڏي محنت ڪئي آهي ۽ سندس محنت کي قدر جي نگاهہ سان ڏٺو ويندو ۽ سندس کوجنا سنڌو لکت واري ڳجهارت پيچڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندي.

ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ سنڌ جا ڪي عالم سنڌي ٻوليءَ جا ماهر آهن، هو سنڌي ثقافت ۽ سنڌ جي تاريخ جي وڏي ڄاڻ رکن ٿا، تنهن ڪري مون کي اميد نہ، بلڪہ يقين آهي تہ اها ڳجهارت سنڌ جا عالم ئي پيچي سگهندا ۽ هڪ نہ هڪ ڏينهن سنڌو لکت پڙهڻ ۾ ضرور ڪامياب ٿيندا.

| حيدرآباد سنڌ | نواز علي شوق |
|---|---|
| ۲۵ – نومبر ۱۹۹۴ع | چيئرمين |
| | سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو |

# سنڌو لکت ۽ ٻولي

سنڌ ماتريءَ جا ماڻهو تمام گهڻو پڙهيل هئا، جيڪي پنهنجي پٺيان 3200 اهڙيون شيون ڇڏي ويا آهن، جن جي مٿان لکت ڏسڻ ۾ اچي ٿي، جيڪا ڪاٺي اکريل ته ڪاٺي وري ٺپيل آهي. لکڻ لاءِ پٿر، مِٽي ۽ ڌاتوءَ کان سواءِ انهن اهڙيون شيون به ڪتب آنديون هونديون، جيڪي ڳري مٽي ٿي ويون هونديون، جهڙوڪ: وڻن جا چوڏا ۽ ڪجيءَ جا ٺڙڪا وغيره (1). هتان جون مهرون جيڪي گهڻو ڪري واپار ۽ راڄ نيتيءَ (سياست) وارن شهرن مان هٿ آيون آهن. اهي گهڻو ڪري همچورس يا چوڪنديون آهن. عام طور تي سندن ماپ 1.5 X 1.5 س. م کان 6 X 6 س.م جي وچ ۾ ڏسڻ ۾ آئي آهي. سندن هيٺئين پاسي جانورن جي يا انساني تصوير نظر ايندي ۽ مٿئين پاسي لکت اکريل ڏسبي. مهرن تي ڏاڍي گهري کوکي اُڪير High Relief ٿيل ڏسڻ ۾ اچي ٿي. جڏهن هڪ مهر کي زور سان ٺپيو ويو ته نرم شيءِ تي ان جا نشان ٿي پيا، جيڪي ڏاڍا چٽا هئا. سنڌو لکت جي هنن مهرن تي جانورن جي تصوير ۽ لکت اهڙي ته سهڻي آهي، جو دنيا ۾ ان جو مثال ئي ڪونه ٿو ملي. اهي پنهنجي ماٺ واري زبان ۾ ان مهان ڏات ڏٺي، لکڻهار ۽ مهرن جي ماهر ۽ ڪلونت ڪاريگر جي ساراه جا ڄڻ ڍڪ پيون ڀرين. باقي نڪر جي ٿانون ۽ سپين تي لکت اهڙي سهڻي ڪانه آهي. ٿي سگهي ٿو ته ان جو ڪارڻ اهو هجي ته انهن جا مٿاڇرا سڌا نه پر جُهڪيل ۽ گول وَرن جا آهن. امڪان آهي ته اهي مهرون ان سمي جي ڪنهن راڄا جا دستاويز هجن. ٿي سگهي ٿو ته ڪنهن وڏي واپاري يا ڪنهن ڌرمي پنڊت سان سندن لاڳاپو هجي. پر جيڪا هنن پٿر يا مٽيءَ جي

مهرن تي اکرن جي اکر ڪٽي وئي آهي، سا ڏاڍي ڌيان سان ڪيل
ٿي معلوم ٿئي، تنهنڪري اها واھ جي خوبصورت آهي. (2)
سنڌ جون مهرون هن ننڍي ڪنڊ کان ٻاهر، اُر، ڪِش، براڪ
Brak اگد Agade، سوس، نيپور Nipur بحرَين ۽ فئلاڪا Failaka
مان به لڌيون ويون آهن (خاڪو 68). مهرن تي جانورنِ جي اڪريل
مان گهڻا ئي هڪ سڱِي جانور جي تصوير جي آهي (پليٽ 96).
ان کان پوءِ وڏيڪ انگ ڊگهن سڱن واري ڏاند جو آهي. ننڍن سڱن
واري ڍڳي ۽ هاٿيءَ جي تصوير ڪڏهن ڪڏهن نظر اچي ٿي. ٻين
جانورن جون گڏيل (مرڪب) تصويرون (پليٽ 102-101) ۽ چيتي،
گينڊي، مينهن، سيسر ۽ ٻڪري جي اُڪير واري مهر گهٽي گهٽ
ڏسڻ ۾ اچي ٿي.

<u>لکت جو طرف</u>: سنڌو ـ لکت جو طريقو ساڄي کان کاٻي طرف
آهي، جنهن ۾ هاڻي ڪنهن شڪ شبهي جي گنجائش ئي ڪانه آهي.
ٽن نڪر جي ٿانون ۽ هڪ مٽيءَ جي ٽِڪل مهر تي اهڙيون لکتون
ڏسڻ ۾ آيون آهن، جن تي کاٻي طرف اڪريل علامتي نشانيءَ ساڄي
واري علامتي نشانيءَ کي ڍڪي ڇڏيو آهي، جنهن مان هيءَ ڳالهه
ظاهر ٿئي ٿي ته ساڄي طرف واري نشاني اڳ ۾ لکي وئي هئي ۽
پوءِ کاٻي طرف واري نشاني لکي وئي آهي (پليٽ 123). جهڙي
طريقي سان اهي اکر لکيا ويا آهن، تهڙي طريقي سان انهن کي پڙهڻ
کپي (پليٽ 124). جي. آر. هنٽر G.R. Hunter پهريون ماڻهو آهي،
جنهن سڀ کان پهرين اهو ڏنو ۽ سڃاتو ته سنڌو لکت ساڄي کان
کاٻي طرف لکيل آهي. (4) بي. بي. لال B.B. LAL به جوڙي کن
مثالن جي ذئي هن حقيقت کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي. (5) ٻين
سٽن واري لکت به گهڻو ڪري ساڄي کان کاٻي طرف لکيل ڏٺي

وئي آهي. پر ٻه ٽي مثال اهڙا ٻه لڀن ٿا، جن ۾ لکت هرجي اوڙ (بوسٽر و فيڊبون) ڏيڱي جي وراڻي وانگي لکت ڏسڻ ۾ ايندي (جيئن ڏاندن وارا هَر)، جنهن ۾ هڪ سٽ کاٻي کان ساڄي طرف ۽ ٻي سٽ کاٻي کان ساڄي طرف آهي. برهمي کاٻي کان ساڄي طرف لکي ويندي آهي (پليٽ 124).هر جي اوڙ وانگر لکت جو نمونو اشوڪ جي ييراگدي YERRAGUDI واري لکت آهي (پليٽ 126). اسان کي برهمي لکت ۾ لکيل هڪ قديم سنهالي ڪتبو ساڄي کان کاٻي طرف لکيل نظر اچي ٿو ۽ هڪ سڪي تي پڻ ساڄي طرف واري لکت ملي ٿي. جنهن مان اسان کي اها اندازو ٿئي ٿو ته سنڌو لکت ۽ برهمي لکت جي وچ ۾ سنئون سڌو لاڳاپو آهي. ڏيان ڏيڻ جوڳي حقيقت هيءَ به آهي ته سامي ۽ خروشتي لکتون به ساڄي کان کاٻي طرف لکيون وينديون هيون. معلوم ائين ٿئي ٿو ته 1400 ق. م. ۾ لکت جي طرفن ۾ ڦير گهير آئي آهي، جنهن جي ثابتي اسان کي ٻيٽ دوارڪا جي هڪ تحرير مان ملي ٿي، جيڪا هڪ ٽانو تي لِکيل ڏسجي ٿي (6). اِن مان پتو پوي ٿو ته قديم سنڌو لکت ۽ برهمي لکت جي وچ ۾ ضرور ڪو سبنڌ آهي.

## نندي ڪنڊ مان لڌل مُهرن جو وچور:

| | |
|---|---|
| (1) موهن جي دڙي مان | 1540 |
| (2) هڙاپا جي دڙي مان | 985 |
| (3) لوٿل جي دڙي مان | 215 |
| (4) ڪالي بنگن جي دڙي مان | 99 |
| (5) چانهون جي دڙي مان | 66 |
| (6) بناوالي BANAWALI جي دڙي مان | 7 |
| (7) ڪوتادا (ڍولاويرا) جي دڙي مان | 28 |
| (8) چندي ڳڙهه جي دڙي مان | 4 |
| (9) سرڪوتاڙا SURKOTADA جي دڙي مان | |
| (10) عالمگير پور جي دڙي مان | 3 |
| (11) نندو واري جي دڙي مان | 3 |
| (12) آمري، بالاڪوٽ ۽ ڊسالپور جي دڙي مان (هرهڪ ماڳ تان ٻہ ٻہ مهرون لڌيون ويون) | 6 |
| ٻين هنڌن تان | ڪل 67 |
| ڪُل جوڙ | 3026 |

## نندي ڪنڊ کان ٻاهران لڌل سنڌ جي مهرن جو وچور

| | |
|---|---|
| (1) مگئيار (اُر) MUGAIYAR | مان 10 |
| (2) اهئيمير UHAIMIR | مان 2 |
| (3) جوڪ DJOKA (اُمہ AUMM) | مان 1 |
| (4) تل گيرسو TELLO (گيرسوGIRSU) | مان 3 |
| (5) تل اسمار TELL ASMAR | مان 2 |
| (6) تيپي گاورا TEPE GAWRA | مان 1 |
| (7) سوس | مان 2 |
| (8) بحرين | مان 2 |
| (9) فئلاقا FAILAKA | مان 1 |
| (10) حمہ HAMA | مان 1 |
| ڪل جوڙ | 25 |

# سنڌو لکت جي پاڃ جو مسئلو

سنڌو لکت تمام ٿوري لڌي وئي آهي، تنهن ڪري ڪيس سمجهڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پيو آهي. برهمي لکت ۾ صفتن جو ورجاءُ نظر اچي ٿو، پر سنڌو لکت ۾ اهڙا صفاتي اهڃاڻ ڪونہ ٿا ملن. پنجاهي کن ماڳن سنڌو لکت هڪ قسم جي گڏيل تحرير آهي، جيڪا تمام ٿوري حد تائين مصر جي تصويري تحرير Hieroglyphics جهڙي ڏسڻ ۾ اچي ٿي. هن لکت ۾ پکين، ماڻهن، جانورن، ٻوٽن، گهر جي سازو سامان ۽ ٽڪرين جون مورتون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. ان کان سواءِ اَليڪي طرز بہ ڏسڻ ۾ اچي ٿي، جيڪا علامتي نشانين جي خطِ شڪستہ (روان) سان گڏي لکيل ٿي پائنجي. ان لکت جو نمونو رومي اکرن، E، H، U، W، X ۽ Y جي ويجهو ڏسڻ ۾ ايندو. تصويري تحرير ۽ خط شڪستہ ۾ علامتي نشانين کان سواءِ سنڌو لکت ۾ ايپون ليڪون 1، 11، 111، 1111، 11111، 111111، 1111111 بہ نظر اچن ٿيون. شايد اهي 1 کان 12 ۽ 24 تائين مکيہ انگن جا نشان آهن. آخر ۾ اهڙين مورتن جهڙيون نشانيون بہ ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، جيڪي چڻ تہ ڪانڙيو (تير انداز) بار کڻڻ وارو ڍال وارو ۽ پوڄاري دعا گهرندڙ پيو معلوم ٿئي. اهي سڀ نشانيون تصويرن ۽ علامتي نشانين جو مرڪب آهن. حقيقت اها آهي تہ اهي مرڪب نشان آهن جيڪي الڳ الڳ بنيادي لکت جي نشانن کي گڏي ٺاهيا ويا آهن ان ڪري اهوفيصلوڪرڻ ڏکيو آهي تہ مختلف قسمن جي علامتي نشانين جي گڏيل صورت حال ۾ انهن خط شڪستہ (روان لکت) وارين علامتي نشانين، انساني تصوير نما لکت

ڪي تصويري تحرير جيان مورتي ملهہ ڏيڻ گهرجي (يا سنڌو. لکت ڪي) تصوري تحرير سمجهي، ان کي لفظي ملهہ ڏيڻ کپي. ان نقطہ نگاهہ کان، ماڻهوءَ جو نالو آهي، فادر هيراس Haras Father، والٽر فيئر سروس Walter Fair Servis ۽ مهاديوان غور ڪري هن نڪتي تي پهتا آهن، تہ مڇيءَ جي علامتي نشاني اُهاءَ-Shining يا چمڪندڙ تاري جو مفهوم ڏيکاري ٿي. هن اهو مفهوم تامل ٻوليءَ جي لفظ "مِين" (٧) MIN مان ورتو، جنهن جي معنيٰ مڇي آهي. تنهن ڪري اهي عالم ۽ ماهر اڳيئي اهو انومان ڪري چڪا آهن، تہ سنڌ جي مهرن جي ٻولي دراوڙي آهي. ٻئي پاسي وري بي. بي. لال ۽ مچينر Michiner هنن علامتي نشانين ۽ ⊔ کي ٻلِ چاڙهڻ جا ٿانو Sacrificial Jars سمجهن ٿا. هنن لاءِ سنسڪرت ٻوليءَ ۾ هم معنيٰ لفظ ساتا Sata آهي. هنن ساتا منجهان "سا" کي صوتي ملهہ ڏنو آهي، جيڪو مٿي بيان ڪيل دکي يا چاڏي جهڙي ٿانو جي معنيٰ ڏيکاري ٿو، ۽ اها نشاني لفظ جي پڇاڙي ۾ اچي ٿي. اهڙيءَ ريت سنسڪرت ٻوليءَ ۾ پڇاڙي واري اضافي حالت ۾ سيا Sya ۽ پراڪرت ۾ فقط سا هوندي آهي. اهڙا حقيقت آهي تہ U جهڙي هيءَ علامتي نشاني پڇاڙي آهي، پر ان مان اهو انومان ڪرڻ مناسب ڪونہ ٿو لڳي تہ اها سنسڪرت ٻولي آهي ۽ علامتي نشاني هڪ ٿانو (دکي) ڏانهن اشارو ڪري ٿي. اسان کي سنڌ سپيتا جي ماڳن جي کوٽائين مان اهڙو ٿانو هٿ ڪونہ لڳو آهي، جنهن کي هٿيا يا مُنيا لڳل هجن. ٻي اهم ڳالهہ اها آهي تہ هيءَ علامتي نشاني لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ سدائين ڪم آندل ڪانہ ٿي ڏسجي. اسان ڪيترن مثالن ۾ هن کي E جي پنيان ڏنو آهي، جنهن کي مچينر

برهمي نشاني جا Ja ۽ س S ٿو سمجهي. سندس خيال آهي تہ
جو اچار سجا SJa جي برابر آهي، جيڪو سيا SYa بہ ٿي سگهي
ٿو. پر وري ڪن مهرن تي ڳالهہ ابتي ڏسڻ ۾ اچي ٿي، جتي لکت
هن ريت آهي. ڪٿي وَري يا ڪي لفظن جي ابتدائي
پدن (اڳياڙين) جي شڪل ۾ بہ ڏنو ويو آهي. تنهن ڪري هن
علامتي نشانيءَ کي سنسڪرت جي پڇاڙيءَ واري اضافي حالت نہ ٿو
سڏي سگهجي. هتي ٿورن مثالن مان ......... نتيجو اهو نڪتو تہ
اهو ماهر جيڪو ڪنهن ٻولي پڙهڻ ۽ سمجهڻ واسطي رت ولوڙ
ڪري ٿو، تنهن کي اڱواٽ پاڻ مرادو ڪوبہ نظريو قائم نہ ڪرڻ
گهرجي. هن کي گهرجي تہ هو فقط ان ٻوليءَ جي اصلي بناوت جي
ڀرپور چنڊ ڇاڻ ڪري ۽ ان کان پوءِ مرڪب نشانين بابت ڪو اهم
فيصلو ڪرڻ گهرجي تہ لکت تصويري تحرير آهي يا تصوري آهي يا
صوتي يا لفظي طرز سان واسطو رکي ٿي. اهو اندازو لکت جي
بنيادي علامتي نشانين مان ڪري سگهبو آهي. ڪوروزوف -Kouro
Zov، پرپولا Parpola ۽ مهاديوان ڪمپيوٽر جي مدد سان سنڌو
لکت جي جيڪا چنڊ ڇاڻ ڪئي آهي، ان مان فقط اهو معلوم ٿي
سگهيو تہ علامتي نشانيون انفرادي طور لکت ۾ ڪيترا ڀيرا ڪتب
آيون ۽ لکت اندر سندن مقرر بيهڪ ڪهڙي هئي. مثال طور ڪين
اکري بيهڪ جي چنڊ ڇاڻ کان پوءِ پڇاڙي وارين علامتي نشانين
جو پتو پيو. ڪين اها ڳالهہ بہ سمجهہ ۾ آئي
تہ اهي بنيادي يا عام قسم جون ثانوي درجي سان واسطو رکندڙ
علامتي نشانيون آهن (مهاديوان 1983). پر انهن همراهن انفرادي
مرڪب علامتي نشاني جهڙوڪ جي چنڊ ڇاڻ

ڪانہ ڪئي. ٻيون بہ اهڙيون ڪيتريون ئي مرڪب نشانيون آهن جن جي شڪل صورت تصويري نظر اچي ٿي. هنن علامتي نشانين بابت اڳرن جو ڪو ڏس پتو ڪونہ ٿئي سگهيا آهن.
هن ڪتاب جو ليکڪ (ايس. آر. راءِ) 1960 کان 1972 تائين، هن لکت جي مرڪب نشانين جي بناوت جي لحاظ سان چند ڇاڻ ڪندو رهيو آهي ۽ هن نقطي ڏانهن اشارو ڪيو آهي تہ پوئين دور ۾ سنڌو لکت جي نشانين کي وڌيڪ سولي ۽ سادي بنائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ۽ اهو ڪم نشانين جي مٿان ڏنل اعرابن ۽ ڳنڍيل حرفن کان ورتو ويو. اهي ساڳيون خاصيتون ۽ خوبيون برهميءَ سنڌو لکت ۾ بہ رهيون (8). اهي ٻئي خوبيون اهڙيون آهن، جن مان سنڌو لکت جي صوتي لکت هئڻ جو پتو پوي ٿو. (9)
سنڌ سڀيتا جي اوج واري دور (لوٿل IV) ۽ سنڌ سڀيتا جي پوئين زماني (لوٿل - B) ۾ اسان ڏسون ٿا تہ سنڌو لکت مان، پپر جي پن جي علامتي نشاني، وڇون، زمين، جانورن جون مورتون پڌري پٽ ڪڍيون ويون ٿيون ڏسجن ۽ انهن بدران رڳو ڳنڍيل لکت وارا (روان) نشان ڏسڻ ۾ اچن ٿا. انهيءَ حقيقت جي پٺڀرائي جهاجهر Jhajhar مان لڌل مهر هڙاپا ۽ روجدي Rojdi مان مليل هڪ ٽانو جي لکتن مان ٿئي ٿي. اهي ٻئي ماڳ هڙاپا (سنڌ سڀيتا) ۾ ڪوٽيل ايراضيءَ جي پوئين دور سان واسطو رکن ٿا. ان کان پوءِ مسٽر ڊيل Dale، موهن جي دڙي جي ڪنهن پوئين تهہ مان چوويهہ مهرون لڌيون، جن مان ڪيتيءَ جي ميدان (فيلڊ) جي پن علامتي نشانين کانسواءِ ٻيون سڀ نشانيون ڳنڍيل لکت جي نشانين جي شڪل ۾

هيون (ڏسو خاڪو 34). انهن مهرن جون لکتون ان خيال جي تصديق ڪن ٿيون تہ سنڌو لکت کي خود موهن جي دڙي جي ڪنهن پوئين دور ۾ ترميم ڪري سولو ۽ سهنجو ڪيو ويو هو. پر ان ڪان اڳ واري دور لاءِ، ائين چئي ڪونہ ٿو سگهجي. انهن تهن لاءِ ڪا اعتماد جوڳي ثابتي موجود ڪانہ آهي، ان ڪري جو هن صديءَ جي ٻئي يا ٽئين ڏهاڪي ۾ جيڪي موهن جي دڙي ۽ هڙاپا مان ٻہ هزار مهرون لڌيون ويون هيون، تن کي عهدن جي سلسلي موجب ورهايو ڪونہ ويو ويو هو. ڊولاويرا (10) مان جيڪي مهرون لڌيون آهن، تن جي لکت مان بہ پڪ ٿئي ٿي تہ اڳاٽي لکت ۾ ترميم ڪري ان کي سولو ۽ سهنجو ڪيو ويو هو.

سنڌو لکت جي پاڄ جو آسان ترين طريقو اهو سمجهيو ويو هو تہ موهن جي دڙي ۽ هڙاپا مان، سنڌ سڀيتا جي اوج ۽ پوئين دور سان واسطو رکندڙ مهرون ۽ لکت وارا ٺڪر جا ٽانو هٿ ڪيا ويا هئا، تن جي نشانين کي هڪ جاءِتو ڪري سموري لکت جي پنوتري تيار ڪئي وجي. اُچارن جي نمائندگي ڪندڙ گڏيل علامتي نشانين (اعرابن) کي انهن بنيادي نشانين کان نکيڙي الڳ ڪيو ويو هو، جن جو واسطو اچارن سان ڪِونہ هو (ڏسو خاڪو35 ـ 36). اهو طريقو اختيار ڪرڻ ڪان پوءِ سنڌ سڀيتا جي پوئين دور سان واسطو رکندڙ اهڙيون چوويهہ بنيادي نشانيون مليون، جيڪي گڏيل صورت ۾ هيون. اهڙيءَ ريت چوٽيهن مان ڏهن جو تعلق صوتي نشانين سان هو. سندن شڪل سامي نشانين جهڙي هئي. هيءَ سنڌ سڀيتا جي اوج جو زمانو چئي سگهجي ٿو. هن ڪان سواءِ چوٽيهن بنيادي نشانين مان (تصوير 36) اناويهہ نشانيون اهڙيون آهن، جن ۾ مورتي ۽

تصوري (لفظي) نشانيون پڻ شامل ڏسجن ٿيون. انهن مان ڪن جو قطعي پچاڙي وارين نشانين سان پڻ واسطو آهي. هيءُ سنڌ سيپتا جي اوج وارو دور چئي سگهجي ٿو. اهڙين بنيادي علامتي نشانين جو ڪل انگ وجي ٻاهٺ تئي تو (تصوير 36). هن مان ڏسجي ٿو تہ بنيادي علامتي نشانين جو انگ تمام ٿورو آهي، تنهن ڪري چئي سگهجي ٿو تہ اهي نشانيون يا اکر فقط صوتي اکر آهن ۽ هنن بنيادي علامتن:

جن جو صوتي ملهہ هي ٿي سگهي ٿو:

د d ، ڪ k ، ٽ t ، ڊ d، ڌ dh ، ن n ، پ، پ، پ، م، م، و، س، س، س، س، س ، س ، هہ ، هہ ، ۽ هہ

(هنن جو صوتي ملهہ سامي الف بي جي اچارن مطابق رکيو ويو آهي)

۽ اهي نشانيون لفظن جي نمائندگي نہ ٿيون ڪن ۽ ـ ڪان سواءِ وينجن سر آهن، جن ڪي پنهنجو اڪيلي طور صوتي ملهہ آهي. جڏهن سُر آواز پنهنجي نندي صورت، زير، زبر ۽ پيش جهڙي ۽ اهڙين اعرابن ڏيڻ ڪان پوءِ انهن ڪي بنيادي اسم Root Nouns طور استعمال ڪيو ويندو آهي، جيئن اسان جو اُچار يا Pa يا "پ" جو اچار بہ يا P Pa ڏسون ٿا، جنهن جي معنيٰ آهي بچائڻ يا بچائيندڙ. اهڙيءَ ريت جو اچار 'را' ra ra آهي، جنهن جو مطلب آهي ڏيندڙ يا بخشيندڙ ۽ جو اُچار "ڏا" آهي جنهن جي

معنيٰ آهي ڏيڻ. ٻِئي وينجن سُر جا اچار هن ريت ٿيندا، پاٺ Pat، پاه Pah پاڪPAK، ماهہ MAHH وغيره. جن جي معنيٰ ٿيندي حڪومت ڪرڻ يا سردار، بچائيندڙ، سنڀاليندڙ، سنڀال لهڻ ۽ مهان. اهي نشانيون مرڪب لفظي نشانيون آهن، جيڪي ٻن وينجن ۽ هڪ سُر آواز جي مدد سان جڙن ٿيون (تصوير 37، 38 ۽ 39) .انهن مرڪب نشانين جي باضابطہ چندچاڻ واري طريقي اختيار ڪرڻ ڪان پوءِ پتو پوي ٿو تہ سنڌو لکت انهن ٿورين بنيادي نشانين تي ٻڌل آهي ۽ اها لکت صوتي واري (Phonetic) لکت آهي. هن قسم جي چنڊ چاڻ سان انهن انساني صورت جهڙين علامتي نشانين کي بہ پرکي ڏسڻو پوندو، جيڪي هڪ جنگي جوڏي ۽ بار کڻڻ واري (ڪولي) جي شڪلين جهڙيون آهن،جن کي ڪمپيوٽر وسيلي چنڊ چاڻ ڪرڻ وارن لنوائي ڇڏيو هو. پر هن قسم جي ڪم ڪرڻ جو گهڻو دارومدار ماهرن جي پروگرامہ جوڙڻ تي هوندو آهي. لوگو گراف (لفظن ۽ لفظن) جي علامتي نشانين جي ڦير گهير ۾ سندن تعداد بہ وڌندو ۽ گهٽجندو رهندو آهي. جِتي لکت ۾ اهڙن لوگو گراف لفظن جي نشانين جو انگ پنج سو ۽ چيني لکت ۾ پنجاه هزار آهي. اهڙيءَ ريت سمير ۽ مِصر جي لکت ۾ لفظن جي علامتي نشانين جو سراسري انگ ڇهن سَون کان وني سٺ سو کن ٿيندو. ٻئي پاسي صوتي قسم جي لکت ۾ هڪ سَو کان ڏيڍ سَوَ تائين علامتي نشانيون آهن، جيڪي پدن جي آوازن طور موجود آهن، جن ۾ سميري لکت پڻ شامل آهي. جِتي پڻ پدن جي آوازن رکڻ واري لکت آهي، جنهن ۾ اهڙيون سٺ علامتي نشانيون آهن. پر هن جي ميخي خط واري الف ـ ب ۾ فقط چويهہ نشانيون بچن ٿيون. سنڌو

لکت ۾ هڪ هيءَ بہ خوبي ڏسجي ٿي جيڪا هن شڪل ءءِ-ءِ ءِ)، ۾ آهي، جنهن وسيلي مختلف لفظن کي هڪ ٻئي کان جدا ڪري بيهاري سگهجي ٿو (ڏسو خاڪو A-40ءِ B-40). سنڌو لکت جو ٻيو گڻ هي آهي تہ وٽس اڪيلي علامتي نشاني يا علامتي نشانين جي ٻولي کي ٻاهران گول يا ڏِنگيون ڏنل ڏسڻ ۾ اچن ٿيون (ڏسو خاڪو A-41 ءِ B-41). هن مان شايد اهو پڌرو ڪرڻ مراد آهي تہ ڏنگين اندر ڏنل لفظ اسم خاص آهي. مصر جي لکت ۾ اسم خاص گول نشانن اندر رکيا ويندا هئا. سنڌو لکت جو ٽيون اهم ءِ خاص گڻ اهو آهي تہ وينجن جي علامتي نشانيءَ ۾ هڪ يا وڌيڪ چنهنبون (اعرابون، ليڪون) ڏئي سُر آواز هجڻ جو اشارو ڏنو ويو آهي. برهميءَ ۾ بہ اهو گڻ قائم رهيو جيڪو هن سنڌو لکت کان ورتو هو. پر ان لکت ۾ سُر آواز جو دارومدار لکت جي طرف تي آهي. اهو بہ ڏنو ويو آهي تہ ٻنهي لکتن ۾ سُر آواز جي آواز کي ڊگهي ڪرڻ واسطي بہ چنهنيون (ليڪون يا اِعرابون) ڏنيون ويون آهن.

## بنيادي علامتي نشانين جو صوتي مُلهہ.

(هن مطالعي ۾) بنيادي علامتي نشانين کي صوتي ملهہ ڏيڻ لاءِ هيءُ اصول قائم ڪيو ويو آهي، تہ ڄاتل سڃاتل علامتي نشانيءَ جي معلوم ٿيل ملهہ وسيلي اڻ ڄاتل علامتي نشانيءَ جو اڻ ڄاتل ملهہ معلوم ڪجي ءِ سولي ءِ سهنجي علامتي نشانيءَ وسيلي منجهيل علامتي نشانيءَ کي سڃاڻجي. سولي ءِ سهنجي تحرير اها آهيَ جنهن جي لکت گڏيل آهي ءِ ان جي علامتي نشانين واري لکت آهي. هڪ طرف ان جي بنيادي نشانين کي ٽين صدي قبل مسيح برهمي لکت

جي علامتي نشانين سان پيٺائي ڏنو ويو آهي تہ ٻئي طرف ڏهين کان پندرهين صدي قبل مسيح سامي لکتِ سان مشابهت ڪئي وئي آهي.

## سامي لکت (خاڪو 42)

موجوده حوالي سان سامي لکت جو مطلب، فينيقي، Phoenician عبراني ۽ ڏکڻ واريون عربي ٻوليون، جن کي عام طور تي قديم اتريون سامي ۽ ڏکڻيون سامي لکتون چيو ويندو آهي ونڻ گهرجي. سامي الف - ب جي علامتي نشانين جي اڳاٽن سينائي نمونن ۽ قديم غربي لکت کي هن مقصد سان شامل ڪيو ويو آهي تہ جيئن سنڌو لکت جي گڏيل نشانين ۽ سامي لکت جي گڏيل نشانين جو هڪ پيٽ وار جائزو وٺي سگهجي. (11) اهڙي ريت سامي نسل جي لکت ۾ گيزر Gezer ۽ سيخيم Sechem ( 1600-1500 ق.م)، لئسڪش Laschish (1300-1200 ق.م) تل الحسي ۽ دير اعلي Der Tellel-Hesy and aAll (1200 - 1500 ق.م) پڻ شامل ڪيون ويون آهن ۽ انهن کي پوئين دور جي سنڌو لکت جي نشانين سان پيٺائي ڏنو ويو، جنهن مان معلوم ٿيو تہ انهن مان لڌل چوويهن علامتي نشانين مان سترهن اهڙيون آهن جيڪي سنڌو لکت جي گڏيل نشانين ۽ انهن جي مختلف شڪلين جهڙيون آهن (خاڪو 42). تنهن ڪري اسان کي اها ڳالهہ مناسب معلوم ٿئي ٿي تہ سنڌو لکت جي گڏيل نشانين کي اهي صوتي ملهہ ڏيون جيڪي سامي لکت جي هڪ جهڙين علامتي نشانين کي آهن. سنڌو ۽ سامي لکت ۾ بہ هڪجهڙائي اها آهي تہ ٻئي ساڄي کان کاٻي طرف لکيون وڃن ٿيون ۽ ٻنهي لکتن جي ڳالهائيندڙن جا پاڻ ۾ پراڻا واپاري لاڳاپا پڻ هئا. جاڪاڻ تہ اسان کي معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌ سڀيتا جي اوج

واري زماني (1900 ـ 2300 ق . م) ۾ سنڌ جي واپارين بحرين، اُر، ڪِش، براڪ ۽ آرپاڪيا Arpachiya ۾ وڃي ڳوٺ ٻڌا هئا. اسان کي اهو پڻ ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ سن 2000 ق.م ڌاران بحرين جي مهرن تي سنڌ جي لکت واريون علامتي نشانيون موجود آهن. پر انهن مهرن تي سميري لکت ڏسڻ ۾ ڪانہ ٿي اچي. سن 1985ع ۾ هندستان جي قديم آثارن جي هڪ جاکوڙي جٿي بحرين جي کوٽائي مان هڪ مهر لڌي هئي، جنهن تي ننڍن سڱن واري ڏاند جي تصوير ۽ سنڌو لکت اڪريل هئي.

آڪد Agade (عراق) جي حڪمران سارگون Sargon جي دور ۾، سامي ماڻهن جو سنڌو ماٿريءَ جي رهواسين سان تمام گهڻو واپار هلندو هو. تنهن ڪري هتان جا ماڻهو بحرين، فئلاڪا، اُر ۽ اڃا بہ ڪجهہ اتر طرف پنهنجا ڳوٺ وسائي وڃي ويٺا هئا (خاڪو- 68). ديلمون Delmun جي کوٽائي مان اهڙين پاويهن شين جي فهرست ملي آهي جيڪي سنڌو ماٿري مان گهرايون وينديون هيون، جن ۾ سون، عاج، اُن، مٽيان، Beads ۽ قيمتي پٿر شامل آهن. ان ڪانسواءِ اهو بہ معلوم ٿيو آهي تہ سن 2000 ق.م ڌاران بحرين واري علائقي اندر، سنڌ ۾ استعمال ٿيندڙ تورا يا وَٽ Weight ڪتب آندا ويندا هئا. سنڌ سپيتا جي پوئين دور ۾ ٿوري وقت لاءِ اهو واپار گهٽجي ويو هو. پر فينيقي ماڻهن جي سهائتا سان اهو وري بہ جاري رهيو. رگ ويد ۾ هنن ماڻهن کي پاڻي Panis ڪري سڏيو ويو آهي. انهن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اهي تجارتي ماڻهو آهن، جيڪي دان پچ ڪونہ ڪندا آهن (13). ڊونالڊ هارڊن Harden Donald جو بيان آهي تہ، "فينِيقي ماڻهن کي ٻين عام ڪنعانين کان عام طور تي ٻئي هزار قبل

مسيح تائين نکيڙي الڳ ڪري ڪونہ ٿو سگهجي.“ ”هو وڏيڪ ٻڌائي ٿو تہ“، ”ڪنعاني هتان جا اصلي ۽ قديم رهواسي ڪونہ آهن. سندن اچڻ جي دور بابت پڪ سان ڪجهہ چئي ڪونہ ٿو سگهجي.“ سامي نسل وارن جي آباد ٿيڻ جا ڪيترائي مرحلا آهن. سمجهہ ۾ اچي ٿو تہ اهي عربستان يا ايراني نار ڪان آيا آهن. گهڻن عالمن جو خيال آهي تہ اهڙي لڏپلاڻ جي پهرين لهر سن 2350 ق. م ڌارانِ آئي هئي ۽ اڪد جا حڪمران اچي عراق پهتا هئا. ان ڪان پوءِ ٽين سهس ق . م جي آخر ۾ لڏ پلاڻ جي ٻي وڏي لهر ۾ Amorits آموري آيا ۽ ڪنجهي واري دور جي صفا پڇاڙيءَ ۾ آرمينيائي نسل پهتو هو.

# سنڌ جي روان لکت جون نشانيون ۽ برهمي لکت

برهميءَ جي سڀ کان آڳاٽي لکت اسان کي پپراهوا PIPRAHWA جي هڪ ننڍڙي صندوق (پيٽي) CASKET تي لکيل ملي آهي، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته اها 450 ق.م سان واسطو رکي ٿي. ڀٽيپرولو BHTTIPROLU جي لکت لاءِ به چيو وڃي ٿو ان جو به اشوڪ کان اڳ واري دور سان واسطو آهي. برهميءَ کي سنڌو لکت سان ڀيٽائي ڏسڻ جي مقصد سان اشوڪ جي دور واري ٽڪرن تي اڪريل لکت کي شامل ڪيو ويو آهي، جنهن جو لاڳاپو ٽين صدي قبل مسيح سان آهي. هڪ ٻاسي موهن جي دڙي جي پوئين دور سان لاڳاپيل ڪن ماڳن جهڙوڪ:رنگپور، لوٿل، بيٽ دوارڪا ۽ دائم آباد (1300 ـ 1600 ق.م) مان لڌيون ويون آهن. ٻئي پاسي برهمي لکت آهي، جنهن جو واسطو اشوڪ ۽ پپرهوا جي دور واري لکت سان آهي. ان جو زمانو ٽين صدي قبل مسيح آهي، جنهنجو مٿي ذڪر اچي چڪو آهي. ٻنهي ۾ وقت جي وڏي وٿيءَ هوندي به سنڌو لکت جون سورهن نشانيون برهمي لکت ۾ ڏٺيون ويون آهن (ڏسو خاڪو 67). اهو پڻ ڏسڻ ۾ آيو ته ٻن لکتن ۾ بنيادي آوازن جي نمائندگي ڪئي وئي آهي. ڪي اهڙيون نشانيون به نظر آيون، جيڪي سنڌو لکت ۾ نه هيون، پر رڳو برهميءَ ۾ موجود هيون. سخت تارون وارن آوازن جون جيئن ج، چ، ش، ي. اهو وچ وارو مرحلو اسان کي دائم آباد ۽ بيٽ دوارڪا Bet Dawarka مان لڌل لکتن ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اهڙيءَ

ريت اسان سترهن نشانيون اهڙيون لڌيون، جيڪي سامي ۽ سنڌو لکت ۾ هڪجهڙيون آهن. سورهن نشانيون وري اهڙيون آهن، جيڪي سنڌ ۽ برهمي لکتن ۾ هڪجهڙائي رکن ٿيون. هن صورتحال مان ائين پائنجي ٿو تہ تحرير جي ناتي سان منجهن خيالات جي ڏي - وٺ وارو هڪ تکنڊائون لاڳاپو موجود هو. پر جيئن تہ سنڌو لکت برهمي ۽ سامي لکت کان تمام پراڻي آهي، تنهن ڪري معلوم ائين ٿئي ٿو تہ هنن پنهنجي سنڌو لکت تان پنهنجون نشانيون ورتيون آهن. اها بہ هڪ حقيقت آهي تہ سميري لکت سنڌو سڀيتا جي پوئين دور ۽ هڙاپا کان پوءِ واري زماني بيٽ دوارڪا Bet Dwarka جي سهيوڳي آهي. تنهنڪري سامي لکت جي علامتي نشانين جي صوتي ملهہ کي پوئين دور جي سنڌو سڀيتا جي نشانين جي صوتي ملهہ سان هڪ جهڙائي ڏني وئي آهي.

سنڌو لکت جي پڙهڻ واري پهرئين مرحلي ۾ لکت جي ڇاونجاهہ لکتن ۾ فقط انهن نشانين کي پڙهڻ جي ڪوشش ڪئي وئي، جيڪي سامي لکت جي علامتي نشانين جهڙيون هيون. (ڏسو خاڪو 56 ۽ 57). اهڙيءَ ريت پنهنجي مقصد جي موتي ماڻڻ واسطي انهن نشانين کي هٿ بہ ڪونہ لاتو ويو، جن جو سامي لکت سان لاڳاپو ڪونہ هو. هن ڳالهہ کي بہ ڌيان ۾ رکيو ويو تہ سامي لکت ۾ فقط وينجن آهن ۽ اها سُر آواز کان خالي آهي. پر ان جي سنڌو لکت ۾ سُر آواز موجود آهن. سامي ٻولي ۾ سُر آواز لاءِ فقط قياس ڪيو وڃي ٿو. مثال طور ڪتب KTB سامي ٻوليءَ جي هن لفظ کي ڪِتب Kitab ۽ ڪُتب بہ لکي سگهجي ٿو. يعني سُر آواز نہ هجڻ ڪري مونجهارو ٿئي ٿو، پر سنڌو لکت جي لکڻهارن وينجن جي وچ تي سُر آواز واريون چنهنيون ليڪون، (اعرابون) ڏئي ڳالهہ کي چٽو

ڪري ڇڏيو آهي. جيئن مثال طور پَ P+A ، يا P+A+A. ان سان
گڏ سُر آواز جي ابتدائي نشاني    ڪي بہ ڪتب آندو اٿائون ۽ وري
وڌيڪ چنهنيون ڏئي سُر آواز جي ڊگهي اچار لاءِ آ - A، آئي AE آئو
AO وغيره جو اچار بہ حاصل ڪري ورتائون. جتي تصويري تحرير
۾ هن نشانيءَ جي شڪل ڪجهہ اندر تي وريل آهي، جنهن کي سُر
آواز الف A جو اچار آهي. سامي لکت ۾ هن نشانيءَ کي ڦيرو ڏئي
وجي 90 درجن تي بيهاريو ۽ ان سان هڪ چنهنب جو بہ واڌارو
ڪيو ويو ۽ ان ڪان سُر آواز الف A جو ڪم ورتو ويو آهي. پر
برهمي ۾ ان جو استعمال تمام گهٽ ڪيو ويندو هو ۽ آ A جي اچار
لاءِ نشاني    کي بہ پيرا ڪتب آندو ويندو هو. جڏهن آ جي اچار
جي ضرورت پوندي هئي تہ ان کي هڪ چنهنب ڏني ويندي هئي.
هنن ڳالهين کي ڌيان ۾ رکي سوچجي ٿو تہ معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌ
سيپتا جي پوئين دور ۾ ᑌ نشانيءَ کي ð صوتي ملهہ ڏنو ويو، جنهن
مان اَ A، آ A، آئي AE ۽ آئو AO جا اچار نڪرندا هئا. لکت جي
ٻئي مرحلي ۾ نشانيءَ سان ᑌ کي گڏائي لکيو ويندو هو. سنڌو
لکت جي نشانين ۾ وينجن، سُر آواز ۽ بہ سُري سُر آواز Diphtong
کي هڪدم سڃاڻي ونجي ٿو ۽ انهن کي تصويري نشانين کان نِڪيڙي
الڳ ڪري سگهجي ٿو (خاڪو 35 - 37). اهو نشانين جي مرڪب
جي بناوت جي چند ڇاڻ ڪرڻ سان ممڪن ٿي پيو آهي. سنڌ
سيپتا جي پوئين دور وارن تَهن مان ساهوارن جي تصويرن جهڙيون
نشانيون تمام گهٽ لڌيون آهن. سنڌ سيپتا جي قديم ۽ وچين دور
جي تهن مان انهن جو گهٽو انگ لڌو آهي. انهي ڪري پوريءَ پڪ
سان چئي سگهجي ٿو تہ اهي ٻِٽَنِ پدن وارا لفظ آهن. هن لکت جي
اوسر ٽن مرحلن ۾ پکڙيل ڏسڻ ۾ ايندي.

# سنڌي ٻوليءَ جي سڃاڻ.

ڀهريائين اسان انهن آوازن کي الڳ ڪيو، جيڪي لکت ۾ جدا ڪنڌڙ نشانين وسيلي جدا جدا ٿيل ڏسڻ ۾ آيا. (خاڪو 40-A ۽ 40-B) . انهن جي فهرست ٺاهڻ کان پوءِ تحقيق ڪري سندن معنيٰ بابت ڄاڻ حاصل ڪئي وئي (خاڪو 43 ۽ 55). ڀهرئين ۽ ٻئي مرحلي جي هڪ سو سٺيهہ لکتن جي سڀني آوازن کي هڪ جاءِتو ڪيو ويو. ويچارڻ کان پوءِ معلوم ٿيو تہ هن ٻوليءَ جي صوتيات، لغت ۽ لفظن جي معنيٰ ۽ بناوت، قديم هند - يورپي ٻوليءَ يعني ويدن وارِي ٻوليءَ جهڙي آهي (خاڪو 65-66) ڏسندڙ کي اچرج هن ڳالهہ جو ٿيندو تہ اهو ڪيئن ممڪن ٿي سگهي ٿو، ڇاڪاڻ تہ هن لکت جي بنيادي اڌ اکري وارِين نشانين کي سامي اڌ اکري وارين نشانين جهڙو صوتي ملهہ ڏنو ويو آهي. ان جو جواب اهو آهي تہ سنڌ ماتري جا ماڻهو غير سامي، هند يورپي ٻولي لکي سگهندا هئا. ان جو سبب اهو آهي تہ هنن وٽ سُر آواز موجود هئا ۽ وينجن سان ملائڻ جي وٽن واٽ هئي. سَامي نسل جي ماڻهن اهو رستو اختيار ڪونہ ڪيو هو، توڙي جو هنن وينجن سنڌ سپيتاجي ٻوئين دور جي لکت جي علامتي نشانين تان ورتا هئا.

هيٺ انهن سنڌي لفظن جي معنيٰ ڏجي ٿي، جيڪي اسان کي سنڌو لکت ۾ رگ ويد (R.V) يا ٻين ويدن ۾ نظر اچن ٿا. جيڪڏهن اسان کي رگ ويد (R.V) ۾ مختلف شڪلين ۾ ڪي سامي لفظ نظر آيا تہ انهن جو بہ ذڪر ڪيو ويندو.

| سنڌي لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| اپ Ap | ڪـمـر. (رگ ويـد ۾ ڪـرمـا آيـل آهـي - انتريڪساANTARIKSA ٻہ ڏسڻ ۾ اچي ٿو). |
| اپا Apa | پاڻي (اپاه جي معنيٰ پڻ پاڻي آهي) رگ ويد ۾ هڪ درياه جو نالو آهيَ. |
| امر Ama | سگهہ، ڏپ |
| اتاAta | روشن (رگ ويد ۾ آتڻ ATAN معنيٰ روشن آهي) |
| اوکOakha | رهڻ جي جاءِ (ياجين سالا جي حوالي سان رگ ويد ۾ اوڪس) |
| ترسTaras | سگهہ، سگهارو. (رگ ويد موجب ترس معنيٰ، سگهہ، رفتار، ترقي) رگ ويد ۾ تيز رفتار شيءِ کي هڻ نالي سان سڏيو ويو آهي. |
| تر Tar | پار ڪرڻ، ڪارڻ، پاڻيءَ سان لا ڳاپيل هنر (رگ ويد ۾ پراتارا جي معنيٰ ساموندي سفر آهي) |
| ڍاDhal | سنڀالڻ، بچائڻ، سهائتا ڪرڻ (رگ ويد). |
| ڏا/ڏاDa/Da | بخشش ۾ ڏيڻ (ڏيڻ عطا ڪرڻ (رگ ويد) |
| پ/ پا Pa /Pa/Ppa | بچائڻ - بچائيندڙ پوئي معنيٰ بچائڻ (هند - يوربي) |
| اٿا ATHA | باه يا باه جو ديوتا (هند- يوربي ۾ باه - اٿر ويد م پڻ باه) |
| راRal | ڏيڻ - دولت - دولت جو ديوتا (رگ ويد) |
| اما Ama | مهر - ڪرم - بچائڻ (اٿر ويد ۾ اومين معنيٰ سهائتا ڪرڻ. رگ ويد ۾ اوماسa جي معنيٰ آهي بچائيندڙ) |
| پَ يا پاPa/Pa | (رگ ويد ۾ بچائڻ) بچائيندڙ. |
| گا Ga | برهس پتي - ڌرتي (رگ ويد). گا معنيٰ ڳائڻ اندرا (رگ ويد) |
| گها Gha | |
| پت (پتي) Pat (Pati) | سر دار - حڪمران |

## پليٽCXXVI کانCXXX تائين لکت جي معنيٰ

پليٽ CXXVII موجب لکت جي معنيٰ هيٺ ڏجي ٿي.

(الف) - پکـ PP-KA. پکـ PA-KA معنيٰ سنڀاليندڙ

(ب) پکھا Ppa-Ka-Ha پکھا Pakha معنيٰ سنڀاليندڙ

(ب) پ ک آئي بکـ =P-KA-AE-BA-KA= پکائي باڪا

Pakaebaka سنڀاليندڙ مان سردار (يا ديوتا) ٿي ويو.

(ڀ). پَر = Pprبچائڻ - بچائيندڙ.

پت - پاھ - ساگھا - پھر - را Pat - Pah - Sa - Gha - Pah - Ra پتي پھ

سا - گھا (ساڪا) پھر - را-Pahra Pati - Pah - Sagha (Saka) معنيٰ

سردار بچائيندڙ جو دوست بچائيندڙ ۽ عطا ڪندڙ.

### پليٽ CXXVIII

(الف) پت (پتي) ايڪ بڪا - A - Pata (Pati) Eka - Baka

بچائيندڙ (يا سردار) مان اڪيلو ديوتا (Singular God) بنجي ويو.

(ب) ايڪ تري - پتEka - Tri - Ppat هڪ، جيڪو ٽن پاسن کان

بچاءُ ڪري. يا ايڪ تري پت EKA - Treppat اڪيلو جيڪو شال

راضي هجي Singulerly Pleased

(ب) پ / پئر - تري - س - دا - PA/AETRISA-ADA = PA/AE-

TRI-S-DAبچاءِ، اي ٽن سگھن وارا شڪتيوان.= هڪ سگھاري

قوت ڪي باڏائڻ

## پليٽ CXXIX

(الف) پت ـ يڳ ـ هارا PATA'/ "BHAGA-HA- RA-A=مالڪ / ڏاتار بچائيندڙ

(ب) پارڪ آرPA" RK AR= = بچاءِ ارڪا (باه جا ديوتا) سڀ ساراهون تولاءِ (ساراهن جوڳو)

(ب) پا / هپاٽا (يا سپاٽا) سس آ (سَسا)

=Pa-Hapta (Sapta) SAS-A Sasa

(پ) تــري ـ س ـ دا Tri - S- Da = Tri - Sada ٽنهي پاسن کان سگهارو

(پ) تـرِي ـ پ آ Tri - Ppa - A = ٽن پاسن کان بچائيندڙ. ترِپا بيڙيءَ جو هڪ قسم آهي)

پڳ = Pag = ڏپ ـ سگهارو (هند يوربي ۾ پڳ - سگهارو ـ رگ ويد ۾ پاجس جي معنيٰ آهي سگهه)

پاه = Pah = پاه = بچائڻ،بچائيندڙ.

پر= Para = تمام مٿاهون. (رگ ويد ۾ بہ پر Para جي معنيٰ آهي تمام مٿاهون)

پــت ـ دس = Pat-Dasa = خوبصورت حاڪم (دس درسني ـ رگ ويد)

پت =Ppat/Pat= حڪومت ڪرڻ، حڪومت ـ حاڪم ـ ضابطو رکڻ، حڪمراني ڪرڻ (رگ ويد). پتي معنيٰ مالڪ ـ سردار

پپ = Pap = بچائڻ، بچائيندڙ. (پا/ پابو Pa/Pabu بچائيندڙ رگ ويد)

پب = Pab = بچائيندڙ (حِتي ٻولي)

ڦگ = Phag = ڦاگا = Phaga = ڀاڳا = Bghaga = مالڪ ـ ديوتا ـ ڏاتار

(ٻاڳا معنيٰ ڏيندڙ - ٻاجهارو - ڏتي - ڏاتار - رگ ـ ويد)
ٻاڳا. قديم سلاو Slav ٻوليءَ ۾ بوگو Bogu چيو ويندو آهي.
اٿر ويد ۾ ڀاڳا Baga ۽ رگ ويد ۾ هن جي معنيٰ ديوتا ۽ حصو يا ڀاڱو پڻ آهي.
مڌ = Madh = رگ ويد ۾ مد Mad آهي، جنهنجي معنيٰ آهي خوشي. منجهس مدا Mada جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ شراب آهي.
ساسُ Sas = حڪومت ڪرڻ - حاڪم - رگ ويد ۾ ساس Sas جي معنيٰ حڪم ڪرڻ آهي.
ساسا Sasa = هن لفظ جي رگ ويد ۾ معنيٰ آهي حڪومت ڪرڻ. جيڪڏهن هن لفظ کي سسا Sasa ڪري پڙهبو ته سندس معنيٰ ٿيندي ساراهيل. سهس جي معنيٰ تعريف يا ساراه آهي ( رگ ويد)
سپ = Sap = پٽ - پاراتو.
ها = کا . ها معنيٰ خال. آسمان (رگ ويد). ها = سهائي (هاهس Hahas رگويد)
پڪ - Paka = سنڀاليندڙ. (پيتائي ڏسو اسواپڪ Asvapaka جنهنجي معنيٰ آهي سڌاريندڙ Groom).
أئڪا = Aika = هڪ (ائڪا Aeka هڪ. رگ ويد)
هپت = ست. اٿرويد ۾ هپت ۽ رگ ويد ۾ سپت آهي.
دَسا = ڏهه.
ساتا Sata = سو
سَس Sasa/Sasa= سسا = سهڙ، ٻارنهن سگو، رگ ويد ۾ هن لفظ جي معنيٰ چراخ به آهي.سس ڪتاب جي هڪ مصنف جو نالو به ملي ٿو.

سهہ / Sah/ Saha سها = فاتح - سوڀارو . (رگ ويد ۾ سها جي معنيٰ سوڀارو ٿيڻ آهي. سهہ جي معنيٰ سگهہ، ڏيپ، شڪتي بہ آهي.
وہ Vah = هاڪارڻ. هاڪارِيندڙ ٻيڙي (رگ ويد)
پپر = Papr = بچائيندڙ يا بچايل (پر PR تي زور ڏئي چوڻ جي شڪل)

پاد = Pada = پير يا چوٿون ڀاڱو
آرا = Aara = ساراہ جوڳو (رگ ويد ۾ هن جي معنيٰ ساراهڻ آهي)
مها = Maha = وڏو. (رگ ويد مها = وڏو - سگهہ ۽ سگهارو)
ائٽا = AETA = چمڪندڙ.
گرا = GARA پئڻ. (رگ ويد ۾ هن جي معنيٰ شربت پيئڻ / شراب پيئڻ آهي)
رہ = RHA = (ارهہ) لائق ـ قابل. (رگويد ۾ لائق ۽ قابل هجڻ)
آہ = ٻل چاڙهڻ . رگويد ۾ آهو AHU معنيٰ ٻل چاڙهڻ آهي،
ها = حِتي ٻوليءَ هن لفظ جي معنيٰ اعتبار ڪرڻ آهي. هاڪا معنيٰ اعتبار جوڳو.
مهہ = مک MAKHA = مزيدار (رگويد ۾ مک MAKHA معنيٰ، مزيدار ـ طاقتور)
مهاهہ = MHAH = معزز ـ محترم (رگ ويد ۾ مَها پوڄايم آهي)
ڪنهن ٻوليءَ کي سڃاڻڻ سمجهڻ واسطي فقط اهو ضروري ڪونہ آهي تہ ان جي لفظن جي ڪن آوازن کي ڪنهن ڄاتل سڃاتل ٻوليءَ جي معنيٰ ۽ مفهوم موجب ڏٺو ويو هجي. پر ان سان گڏ اهو بہ لازمي آهي تہ ان جي بناوت تي بہ ويچارجي ۽ اهو بہ ڏسجي تہ اها ٻولي ترڪيبي لفظن واري Agglutinative آهِي يا گرداني (تصريفي) INFLEXIONAL آهي. سنڌو لکت جي اصلي لفظن جي پڇاڙين

۾ گرداني (تصريفي) وصفون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، اهڙا مثال هيٺ ڏجن ٿا.

(1) بڪ، بڪ + ا، بڪ + آئي AE، بڪ + ها

BAKA, BAKA + A ,BAK + AE ,BAKA+ HA

(2) پڪ، پڪ + آ، پڪ + آئي AE، پڪ + ها

PAKA,PAKA+A, PAKA + AE, PAKA + HA

(3) پ، پ + آ، پ + آئي، پ + ها

PA,PA+A,PA+AE,PA+HA

هتي ڏٺو ويندو تہ پ PA، پڪ PAKA ۽ بڪ BAKA سان، آ A، آئي AE ۽ ها HA جون پڇاڙيون آهن، جيڪي هند - يورپي ٻوليءَ جيان، واسطو ڏيکاريندڙ فعلي صورتون، اسم جون ظرفي حالتون ۽ اضافت جي حالت ڏيکارين ٿيون. مٿي بيان ڪيل سنڌ لکت ۾ موجود هن ڪان اڳ بيان ڪيل بنيادي نالن جي گردان جو مطلب ۽ مفهوم هيٺ ڏجي ٿو.

(1) پَ PA معنيٰ بچائيندڙ + آ معنيٰ بچائيندڙ ڪان. پ آئي PA+AE پَائي معنيٰ بچائيندڙ کي يا ڏانهن ۽ پ + ها PA+HA معنيٰ بچائيندڙ جو يا جي.

(2) پڪ PAKA= سنڀاليندڙ . پڪ آ PAKA + A= سنڀاليندڙ ڪان . پڪ آئي PAKA+AE سنڀاليندڙ کي يا ڏانهن. پڪ ها PAKA+HA معنيٰ سنڀاليندڙ جو يا جي (پليٽ XCVI)

(3) بڪ BAKA جو گردان بہ ساڳيءَ ريت آهي.

امڪان آهي تہ باڪ BAKA ڪنهن ماڻهوءَ جو نالو هجي، ڇاڪاڻ تہ هن جي پنيان پا PA يعني بچائيندڙ ۽ پت حاڪم جي صفت يا وصف ڏسجي ٿي.

رگ ويد ۾ ٻه ٻاڪ هڪ ماڻهو جونالوآهي، جنهن جي ابي ڏاڏي جو نالو دلڀا DALBHA يا دلڀيا DALBHYA آهي. جيڪڏهن هيءُ لفظ ڀاڱا جي آواز جهڙو آهي ته پوءِ ان جو مطلب ۽ مفهوم "ديوتا" وڃي بيهندو. لکت جي پڙهڻي هن ريت آهي: پَ + ڪَ آئي - ٻَ - ڪَ - آ = پڪائي

بڪا PA-KA-AE-BA-KA-A=PAKAE-BATKA جنهن جي امڪاني معنيٰ ٿيندي: بڪا ڪان موڪليل سنڀاليندر ڏانهن. ساڳيءَ ريت ٻَڪَ - آئي - پ - آ = بڪ آئي - پا ḄAKA - - AE - P- A = BAKAE-PA جنهن جي معنيٰ آهي بڪا ڏانهن، جيڪو سنڀاليندڙ آهي. سد پت - آ SADA - PAT - A جي لکت جي پڙهڻي هيءَ آهي "طاقتور حاڪم ڪان". اهڙيءَ ريت، آ A ۽ آئي AE جي پڇاڙين جو استعمال ڏسڻ ۾ اچي ٿو. جن جي معنيٰ "ڪان" ۽ "ڏانهن" آهي ۽ انهن سان گڏ، هه/ اهه (HA/AHA) جي پڇاڙي ٻه آهي، جيڪا سنڌ - لکت وارين مهرن تي نظر اچي ٿي. هي مهرجي مالڪ يا مال موڪلڻ واري کي سڃاڻڻ واسطي صحيح نڪتو ڏسڻ ۾ اچي ٿو، جنهن ۾ لکيل آهي فلاڻي يا فلاڻي ماڻهوءَ وٽان يا فلاڻي يا فلاڻيَ ماڻهوءَ جو وغيره. مثال طور هيءَ لِکت ڏسو، پت - پَ - ڪ. آءِ - پ - ءُ = پت - پڪاءِ - پَ، جنهن جي معنيٰ آهي: بچائيندڙ طرفان مقرر ڪيل سنڀاليندڙ حاڪم ڏانهن. ڪڏهن وري جنهن ڏانهن مال موڪليو ويندو هو، تنهن ڏانهن پڻ اشارو ڪيو ويندو هو، ته فلاڻي يا فلاڻي ماڻهوءَ ڏانهن. پر هن ڳالهه تي ٻه سوچڻو پوندو ته اضافت وارين پڇاڙين ۾ س بدران هه جو اڪر ڇو ڪتب آندو ويو آهي، ته ان جي ورائڻي اها آهي ته قديم هند - آريائي ۽ قديم هند - ايراني (II) ۾ ان وقت تائين ٻنهي اکرن لاءِ جدا اُچار موجود ڪونه هو. ڪڏهن ڪڏهن اسان کي اضافت ۽ اسمي پڇاڙين ۾ س جو اکر ٻه ڏسڻ ۾ ايندو

آهي. هيٺ قديم هند- آريائي (II) ۾ سنڌي ٻوليءَ جو گردان پيش ڪجي ٿو:

| حالت | سنڌو لکت- هڙاپا/ ٻوءِ وارو هڙاپا دور | اويستان | سنسڪرت |
|---|---|---|---|
| | a آ | AVESTAN | |
| | a آ | س(س و) | |
| | ae آءِ | a | س- |
| | هہ / اهہ / آها يس /Ha | اِي | آي، |
| | Ah/ Aha | (اس) و س | اي، |
| | | هِي - هيا | سِيا |

سنڌوءَ جي ٻوليءَ ۾ اهو صوتين يا آوازن جو سلسلو بامعنيٰ آهي. مثال طور پ PA جي معنيٰ بچائڻ، پ - هہ - را PAH - RA يا پَرا PARA جي سگهہ عطا ڪندڙ. سهہ - پت SAH - PATE جي معنيٰ سويارو حاڪم ۽ پَ - سَدا PA - SADA جي معنيٰ آهي سگهارو بچائيندڙ. ڪڏهن وري ائين بہ ٿئي ٿو تہ هڪ جدا اسم جي آڏو صفتي حالت پڻ ڏسڻ ۾ ايندي. جهڙيءَ ريت سهہ - پت - SAH PATA ۾ ڏسجي ٿو. پرلکت جي گهٽڻ سلسلن ۾ جدا اسم جي پويان ڏسبو آهي. جهڙيءَ ريت پَ - سَدا PA - SADA. ڪن لکتن ۾ وري گهٽيون صفتون ڪتب آنديون ويون آهن، مثال طور پهہ - پپات PPAT = PAH - بچائيندڙ حاڪم يا گهہَ - پَهہ - پپات - GHA = PPAT PAH - مشهور بچائيندڙ حاڪم. گهہَ يا گها GHA جو لفظ پراسي دَهارتا PRASIDD-HARTHA ۾ بہ ڪتب آندو ويو آهي ۽ رگ ويد ۾ هن کي اندرا ڏانهن منسوب ڪيو ويو آهي.

سنڌوءَ جي ٻوليءَ ۾ بناوت ۽ گردانن (تصريفن) جا اهڙا گڻ آهن، جن مان اسان کي وڌيڪ ثابتي ملي ٿي تہ سنڌي ٻولي ۾ قديم

هند ـ آريائي ٻوليءَ جي وچ ۾ ڪو ويجهو سٻنڌ ضرور آهي، جيڪو
سنڌي ٻولي جي لغت ۽ لفظي معنيٰ مان ظاهر ٿئي ٿو. اسان ڪوجنا
جو جيڪو طريقو اختيار ڪيو آهي، تنهن ۾ اڳوات ڪوبہ اصول
قائم ڪري ڪونہ ڇڏيو اٿئون تہ هيءَ ٻولي هند ـ آريائي سان لاڳاپو
رکي ٿي يا هن جو تعلق دراوڙي ٻولين جي نسل سان آهي. ٻوليءَ جي
بناوت جي ڇنڊ ڇاڻ مان اها ڄاڻ ملي آهي تہ سنڌو لکت صوتي
لکت آهي. سامي لکت، سنڌو لکت جي سِهيوڳي آهي. ماهر هيءَ
لکت پڙهي چڪا آهن. سنڌو لکت جي نشانين جو صوتي ملهہ بہ هن
لکت جي نشانين جي آثار تي ڪيو ويو آهي، جنهن مان اهي اهڃاڻ
مليا آهن تہ سنڌو لکت واري ٻولي قديم هند آريائي ٻولي آهي.
ڪينيئر ولسن KENNIER WILSON جو خيال آهي تہ سنڌو جي
ٻولي سميري ٻوليءَ سان واسطو رکي ٿي. جڏهن تہ فيئر
سروس،(14) پرپولا (15)، نوروزوف (16) KNOROZOV ۽ بونگارڊ
ليون (17) BONGARD LEVIN جو چوڻ آهي تہ سنڌوءَ جي ٻولي
پهرين دراوڙي ٻولي آهي. پرانهن ٻنهي امڪانن کي رد ڪري سگهجي
ٿو. پهرئين امڪان جي رد ڪرڻ جو سبب هي آهي تہ سنڌوءَ جي
ٻولي گرداني (تصريفي) INFLEXIONAL آهي. پر سميري ٻوليءَ
۾ سادا لفظ گڏجي مرڪب لفظ جوڙيندا آهن. ٻيو امڪان انهيءَ
ڪري رد ڪري سگهجي ٿو جو سنڌي ٻوليءَ ۾ اهي وينجن
جيڪي آوازن ۾ هڪجهڙائي رکن ٿا، تن جو استعمال گهڻو ڏسڻ ۾
اچي ٿو، پر تامل ٻوليءَ ۾ اهڙين ڪونہ آهي جيڪا دراوڙي ٻولي آهي.
ان ڪان سواءِ تامل ۾ ڪ ۽ گ، ت ۽ د، پ ۽ ب، سَ، سِ ۽ سُ
جي وچ ۾ فرق ڪونہ ڪيو ويندو آهي. پر سنڌي ٻوليءَ ۾ هرهڪ
آواز لاءِ جدا نشان ڏسڻ ۾ اچن ٿا. آخري ڳالهہ اها آهي تہ سنڌي

ٻوليءَ ۾ هڪ ڪان ٻارهن تائين انگ لکڻ لاءِ ڏگهيون ليڪون استعمال ٿينديون هيون. پر پراڻي تامل ٻوليءَ ۾ انگن لکڻ لاءِ الف ـ ٻي جون ڪي علامتي نشانيون ڪتب آنديون وينديون هيون. مٿي ڏنل ويچارن جي روشنيءَ ۾ چئي سگهجي ٿو تہ سنڌي دراوڙي ٻولين جي مچلي مان ڪانہ آهي. انهن گمانن ۽ انومانن جي آثار تي اِها ڳالهہ پرکي تصديق ڪرڻ جا گهٽا امڪان آهن تہ سنڌي ٻوليءَ جو قديم هند ـ آريائي ٻوليءَ سان ضرور ڪو سٻنڌ آهي. (اهو بہ چئي سگهجي ٿو تہ سنڌي ۽ قديم هند ـ آريائي لکت جي وچ ۾ وقت جي وڏي وِٿي ڪانہ آهي). پر سنڌي ۽ قديم تامل ٻوليءَ جي وچ ۾ ڪو لاڳاپو ثابت ڪرڻ انهي ڪري ناممڪن آهي جو ٻنهي جي وچ ۾ ٻارهن سو سالن جي وڏي وِٿي موجود آهي. تنهنڪري ٽين صدي قبل مسيح جي تامل ٻولي جا لفظ، 2000 ق.م کان 1500 ق.م جي قديم سنڌي ٻوليءَ ۾ جاچڻ وڏي غلطي ٿيندي. ان کان سواءِ هن ڳالهہ تي بہ ويچار ڪيو وڃي تہ ٽين صدي قبل مسيح واريون تامل لکتون برهمي تحرير ۾ لکيون وينديون هيون.

نوروزوف هن نڪتي ڏانهن ڌيان ڇڪايو آهي، تہ هند ـ آريائي ٻولي لفظي اڳياڙين واري ۽ سنڌي، لفظي پڇاڙيين واري ٻولي آهي. انهيءَ نقطي کي هلنڌڙ باب جي پڇاڙيءَ ۾ اجاگر ڪيو ويندو.

## غير سامي علامتي نشانيون.

انهيءَ ڳالهہ جو پڪو ويساه رکڻ لاءِ تہ سنڌي ٻوليءَ کي پڙهڻ واسطي، ڪي اوپريون، اڻ ڄاتل ۽ غير موضوعي ۽ غير اصلي شيون ڪتب نہ آنديون ويون آهن، ابتدائي صوتي ملهہ انهن نشانين تائين محدود ڪيا ويا هئا جيڪي سنڌو ۽ سامي لکت ۾ هڪجهڙيون هيون. (خاڪو 57ـ56). ان کان پوءِ اسان ٻي ڳالهہ اها

ڪئي جو انهن ٻن غير سامي نشانين (مڇيءَ ۽ انسان) کي پڻ صوتي ملهه ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي سون، انهيءَ ڪري جو اُهي سنڌو لکت ۾ گهٽيون هيون، (خاڪو 60 ـ 58). اِهي ٻئي نشان واضح آهن ۽ انهن جي صوتي وصف ۾ هاڻي ڪنهن به شڪ شبهي جي گنجائش ڪانه آهي. جيئن ته سنڌي ٻولي قديم هند ـ آريائي ٻوليءَ جي وڏيڪ ويجهو آهي، ان ڪري ماڻهوءَ جهڙي علامتي نشانيءَ کي ايڪروفوني اصول مطابق اسان ”ر“ جو ملهه ڏنو آهي. نر لفظ ۾ ر جو آواز ACROPHONIC آهي ۽ رگ ويد ۾ هنڪي تي NARA/ NR لفظ اندر ڏسي سگهجي ٿو، جنهن جي معنيٰ مرد ماڻهو آهي. جڏهن لکت ۾ موجود علامتي نشانيءَ کي پڙهڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي ته قديم هند ـ آريائي ٻولي ۾ مرد ماڻهوءَ لاءِ ڪم آيل ٻيا لفظ ڪو مفهوم پيدا ڪري ڪونه سگهيا. ساڳيءَ ريت مڇيءَ جي علامتي نشانيءَ کي سڪولا SAKULA مان سَ جو ملهه ڏنو ويو آهي، رگ ويد ۾ سڪولا هڪ مڇيءَ جو قسم آهي. اسان کي پنج سو مهرون اهڙيون مليون آهن، جن تي مڇيءَ ۽ انسان جي ڌار ڌار تصوير يا وري ٻنهي جون گڏيل تصويرون يا انهن جي سامهون علامتي نشانيون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، جيڪي سامي لکت جي علامتي نشانين جهڙيون آهن، جن جو اسان مٿي صوتي ملهه مقرر ڪيو آهي. سنڌي لکت ۾ ملندڙ اهي لفظ معنويءَ علم صرف جي نقطه نظر کان قديم هند ـ آريائي ٻوليءَ سان ويجهو لاڳاپو رکن ٿا. تازو داني صاحب به هن ڪتاب جي مصنف کي ٻڌايو آهي ته جڏهن مڇيءَ جي علامتي نشاني ڪنهن ٻي نشاني سان گڏ نه آهي ته پوءِ سمجهڻ کپي ته اها نشاني خود ملائيندڙ نشاني آهي اهڙيءَ حالت ۾، جيئن اويستان ٻوليءَ ۾ آهي. جيڪڏهن مڇيءَ جي نشانيءَ جو ملهه خس XS مقرر ڪيو

وجي تہ قديم هند ـ آريائي لکتَ موجب اهو بہ وجي سَ / س جي برابر بيهندو. ان کان سواءِ مچي جي هيءَ علامت کڏهن کڏهن تہ سنڌوءَ جي لکت جي هڪ سلسلي ۾ بہ بہ ٽي ٽي ڀيرا لڳاتار ڏسڻ ۾ اچي ٿي. پر جيئن تہ لکت جي هڪ سلسلي ۾ ٽن هڪجهڙن ملائيندڙ آوازن جي هڪ هنڌ گڏ ٿيڻ، جنهن جو مثال ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾ موجود ڪونہ آهي، تنهن ڪري اسان ان نشان کي خس جي بدران رڳو س وينجن وارو سولو ملهہ ڏنو آهي.

سنڌوءَ جي ٻولي جون ٻيون خوبيون جهڙوڪ: فعلي ترڪيبون يا اسمن جي مرڪبن جو جڙڻ، تن بابت بيان ڪنهن ٻئي هنڌ ايندو. هيٺ اسان سنڌو جا اُهي لفظ ڏنا آهن، جن ۾ مڇيءَ ماڻهوءَ جي علامتي نشاني ڪتب آندي وئي آهي، جنهن مان اسان کي پتو پوندو تہ علم صرف ۽ معنيٰ جي نقطہ نظر کان سنڌو لکت واري ٻولي ويدن واري ٻوليءَ جي ويجهو آهي.

| سنڌو جي لکت وارا لفظ | | مطلب |
|---|---|---|
| پپر/ پر | PPR/RP | ٻچائڻ (رگويد). پرو PURU گهڻا، سگهارو (پليٽ XCIV) |
| ر | | وجڻ (TOGO) (رگويد) |
| در | DR | چيرڻ (رگويد) |
| تر | TR | پار اُڪرڻ. تراءِ TRAI بچائڻ. (رگويد) |
| تر/ ترا | TRA/TRA | بچائڻ (رگويد) |
| ترد | TRD | چيتون چيتون ڪرڻ |
| ٽر | TRH | چيپائڻ، پيرن هينان لتاڙڻ |

| | | |
|---|---|---|
| دره | DRH | سگهارو، دشمن. درنهہ DRNH = سگهہ (رگويد) |
| بدر، يدر | BADAR/ BHADAR | مانَ وارو، محترم- ڏن (رگويد) |
| دره | DRHA | رهواسين جو نالو(درهو: رگويد) |
| برهي | BARHI /BARHAI | گاه جو هڪ قسم ـ اگنيءَ جو نالو (ڏسو برهشي ـ رگ ويد) |
| تتر | TATR | پار اڪرڻ جي فعل کي زور سان اچارڻ. |
| تريت/ ترت | TRITA/TRATA | اگنيءَ جو نالو (رگويد) بچائڻ وارو |
| سر | SR | وهڻ (رگويد) |
| برهہ | BRH | وڌائي وڏو ڪرڻ، وڌائڻ، وڏو (رگويد) |
| هر | HR | تباه ڪرڻ (رگويد) |
| رڪ | RK | پوجا ڪرڻ، ساراهڻ، ارڪا ARKA منتر ۽ ياجينا (رگويد) |
| گر | GR | راڳ ڳائڻ ـ ساراهڻ (رگويد) |
| مر | MR | مرڻ (رگويد) |
| را/ ر | RA / RA | ڏن، ڏن جو ديوتا (رگويد) |
| رد | RAD / RD | چمڪڻ (رگويد) |
| ٽريد = ٽريڌا | TRIDA / TRIDHA | ٽيڙو (رگويد) |

| | | |
|---|---|---|
| رتا | RDHA | سرسبز خوشحال (رگويد) |
| را/ را | RA / RA | عطا ڪرڻ (رگويد) |
| ريءُ/ راءِ | RAE - RAI | ڏن.(رَي RAY= ڏن(رگويد) |
| پپر | PAPR | بچائڻ جي فعل کي زور ڏئي چوڻ (رگويد) |
| پرپا | PRAPA | پاڻيءَ واري جاءِ (رگويد) |

اهي لفظ جن ۾ مڇيءَ جي نشاني ڪتب آندي وئي آهي ۽ جن جو مُلهہ سَ/ س مقرر ڪيو ويو آهي، تن جو هيٺ ذڪر ڪجي ٿو.

| | | |
|---|---|---|
| سَئاسَ | SAS | سزا ڏيڻ (رگويد) |
| سَئاس | SAS = SAS | حڪومت ڪرڻ (رگويد) |
| ساڪ | SAK | سگهارو ٿيڻ (رگويد) |
| سئاپ | SAP | رستو (رگويد) |
| سَما | SAMA | ڌيرج. (رگويد) |
| سَنا | SANNA | ساراهڻ.سوڀارو (هي لفظ سمس SAMS ۽ سئاد SAD مان ورتل آهي (رگويد) |
| ساڪا | SAKA | سگهارو (هن کي سڪرا SAKRA پڻ اچاريو وڃي ٿو(رگويد) |
| سادا | SADA | سوڀارو . مکيہ (رگويد) |
| سَاهہ/سهہ | SAH/ SAH | سوڀارو ٿيڻ (رگويد) |
| ساساڪ | SASKA | پيڙيءَ جو ناڪئو. (رگويد) |
| سئاسدا | SASDA | ڪماندر (رگويد) |

| | | |
|---|---|---|
| ساٽا | SATA | سَو. (رگويد) |
| ساترپا | SATRAPA | دشمن کان بچائيندڙ |
| ساپا پار | SAPA-PAR | پٽ پاراتي کان بچائيندڙ. |
| دٽا | DA | پوڄا |
| پئسا | PAESA | مُنهن (خوبصورت مهاندو. رگ ويد ۾ سُپيسا آهي) |

ڳڻپ جا انگ (خاڪو 63 ـ 61)

سنڌو لکت جي پڙهڻ وارن بن مرحلن دوران، هن لکت کي سمجهڻ جي ناتيٰ سان اسان کي ڪي مکيہ اهڃاڻ مليا آهن، جن مان پتو پوي ٿو تہ هن لکت ۾ اهڙيون نشانيون موجود آهن، جيڪي سامي لکت سان هڪجهڙائي رکن ٿيون، ڪي نشانيون اهڙيون بہ آهن، جن جي معنيٰ ايڪا AEKA يعني هڪ، هيت معنيٰ ست ـ دسا معنيٰ ڏهہ ۽ ساٽا معنيٰ سَو آهي. هي لفظ هند ـ آريائي ٻوليءَ سان واسطو رکن ٿا جيڪي ويدن ۾ پڻ موجود آهن. اهو بہ امڪان آهي تہ اُهي هند ـ ايراني (II) جا لفظ هجن. ان ڪري گمان آهي تہ سنڌي ٻولي قديم هِند ـ آريائي ۽ هند ـ ايراني (II) جا مکيہ معياري لفظ ڪتب آندا هجن. اسان کي سنڌ لکت بابت هڪ ٻي ڳالهہ اها معلوم ٿي آهي، يا تہ هن ۾ تاروںءَ مان نڪرندڙ اچارن وارا اکر جهڙوڪ ڇ، ج ۽ جهہ يا زبان جيٰ چوٽي ۽ تارونءَ وسيلي نڪرندڙ آواز CERELSSALS ٽ، ٿ، د ۽ ڏ جا اچار ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿا اچن، تنهن ڪري معياري لفظن بدران هيٺيان لفظ استعمال ڪيا ويا آهن:

| سنڌي | قديم هند - آريائي | اويستان | |
|---|---|---|---|
| I ايڪا = هڪ | ايڪا AIKA= هڪ | ايوَ | AEVA |
| II دوا = ٻه | دوا DVA = 2 | دوا | DVA |
| III ٽر = ٽي | ٽري TRI = ٽي | پري | PRI |
| IIII چار= چار. | جنو وار CATVAR | چپ وار | WAR CAP |
| IIIII يا ٻنڻ = پنج | پنچ PANCA | پنچ | PANACA |
| IIIIII سس= ڇهه<br>يا III<br>III | ساس SAS | هس وس | HSVAS |
| IIIIIII هيٺ = ست<br>يا<br>IIII<br>IIII | سپتا SAPTA | هپت | HAPTA |
| IIIIIIII اشٺ=اٺ<br>يا<br>IIII<br>IIII | اشٽ A'STA | اشٽ | A'SAT |
| IIIIIIIII نَو = نو<br>يا IIIII<br>IIII | نَوَ NAVA | نَوَ | NAVA |
| IIIII يا دس = ڏهه<br>IIIII<br>IIIIIIIIII | دسا DASA | دس | DASA |

سنڌو لکت ۾ ڪي انگ ايڪا، ڏوا، ٽري اڌ اکري صورت ۾ لکيل آهن (پليٽ XCV) ايڪا جي لاءِ جيڪا علامتي نشاني ڏنل آهي، سا اکيلو هڪ يعني لاثاني هڪ. جهڙيءَ ريت ايڪا آهي، جنهن جي معنيٰ آهي PA يا يعني اهو بچائيندڙ جنهن جو ڪوبہ مٽ ثاني ڪونہ آهي. ٻن لاءِ جيڪا علامتي نشاني ڏسجي ٿي سا ڏوا DVA جي اچار سان هڪجهڙائي رکي ٿي، جنهن جي معنيٰ ٿيندي روشني سهائي يا سرڳ. پٽ ڏيائوPATA - DYAU معنيٰ الاهي حاڪم يا چمڪندڙ حاڪم. رگ ويد ۾ ڏيوDYU جي معنيٰ هئوس HAVIS بہ آهي. ٽن جي انگ ڪي گهرتري TRI جي صوتي ملهہ موجب ڏيکاريو ويو آهي، جنهن جا ڪجهہ مثال هيٺ ڏجن ٿا: پراترڪا PARATRKA يعني مٿاهين شان واري تثليث. تردا TRADA ۽ ٽري ڌا TRIDHA ٽيڻو. ٽرٽا = ٽريتا = اگني. ٽراٽر TRATR = بچائيندڙ = اگني وغيره. ان ڪان سواءِ 4 ۽ 10 جون علامتي نشانيون اهڙيون آهن، جن مان عددي انگ جو مطلب نڪري ٿو. فن لئنڊ، روس جي ماهرن ۽ ان سان گڏ مسٽر فيئر سروس جو خيال آهي تہ قبي جهڙي علامتي نشاني ڏهن جو انگ ظاهر ڪري ٿي. جتي ان قبي جهڙي شڪل هيٺان ٻہ يا چار ليڪون نڪتل آهن تہ اهي 2+10 يا 4+10 پڙهڻ گهرجن. ٻين عالمن جو خيال آهي تہ U ڏهن جي انگ جي علامتي نشاني آهي. جيڪڏهن سنڌ جي لکڻهارن وٽ ڏهن جي هڪ علامتي نشاني هجي ها تہ ان جي بدران ڏهہ ليڪا ڪونہ ڪڍن هان. وِج VIJ پنهنجو خيال هن ريت ظاهر ڪيو آهي تہ ويدن ۽ سنڌ سپيتا ۾ ڪجهہ KHA جو مطلب سَونيا SUNYA يعني ٻڙي آهي. پر ڪ + هَہ جا وسرڳ آواز Aspirate تمام گهڻ ڏسڻ ۾ آيا آهن ۽ هہ جي

اچار کي ظاهر واري ترسول Trident جهڙي نشانيءَ کي ٻيٽو ڪري ڏيکاريو ويو آهي. هن مان ائين ظاهر ٿئي ٿو ته ٻنهي مان ڪابه نشاني ٻُڙيءَ جي ٻين سان گڏجي معنيٰ ڪانه ٿي ڏيکاري. ٻئي پاسي سوپارا ياپا Subharayapa جو خيال آهي ته ڏسو، ڦٽي يا ڏانداريءَ جهڙيون علامتي نشانيون آهن، پوءِ اهي اپيون يا ليٽيل سنوت ۾ هجن تِڏهن به ڳٽپ جو انگ ظاهر ڪن ٿيون. ٻين عالمن جو خيال آهي ته گهٽين لکتن ۾ ويدن جا پڇن وغيره نقل ڪيل آهن. پر هي انومان ۽ اندازا لکت جي بناوت بابت ڪا اصولي ۽ باضابطه چندبِ چاڻ ڪانه ڇئي سگهبا ۽ نه وري اهڙن طريقن اختيار ڪرڻ سان هيءَ لکت پڙهي سگهبي.

هن لکت کي انگن وسيلي پڙهڻ جا ڪجهه مثال هيٺ ڏجن ٿا، جن ۾ انهن جي معنيٰ ۾ سمجهائي وئي آهي. (خاڪو 65 ـ 61).

ايڪ پڪ را AEK-PAK-RA اڪيلو سنيالينڌڙ، عطا ڪندڙ

ايڪ سانا AEK - SANNA اڪيلو سوپارو، اڪيلو ساراهيل

پاڏياڻو ـ اساوا PA-DYAU-ASVA بچاءِ اساوا ديوتا يا بچائيندڙ چمڪندڙ اگني.

ساهه ـ ترا SAHA-TRA سوپارو بچائيندڙ. ڏسو تراترهه اگنيءَ جي مهُر.

ساد ـ اتري SADA-ATRI مهان اتري. هي حوالو پڇن جوڙيندڙ اتري ڏانهن آهي. جيڪڏهن 111 کي تر پڙهنداسين ته اتر ATAR جو لفظ باه جي ديوتا جي معنيٰ ڏيکاريندو.

پا ڪتر ـ ها PA-CATR-HA چئن جو بچائيندڙ. هيءَ اشارو چئن قسمن جي قربانيءَ ڏانهن آهي.

ڪتر سادا QATRSADA = چار مهان . اهي چار ڪير آهن؟ تن جو پتو ڪونہ ٿو پوي. پر، سادا SADA جو اشارو ہل چاڙهڻ ڏانهن آهي.
دراهاس . پنت پائي DRUHYU - PAE PANT - DRAHAS DRH درهہ
(دروهيہ DRUHYU) لاءِ جيڪو پنجن جو بچائيندڙ آهي، رگويد موجب دوروهيہ پنچاجنا (PANCAJANAH) سان واسطو رکن ٿا.
مها سسا سادا MAHHA - SSA - SADA چهہ مهان ڏاتار
پا هپت . ساس . رادا PA - HAPTA - SAS - RADA قدرت طرفان بچائيندڙ حاڪم.
جيڪو ستن جو بچائيندڙ آهي يا جيڪو ستن ساراه جوڳن خوشحال سدا روشن وجودن کي بچائي ٿو. هپت ساس جو اشارو شايد ستن چمڪندڙ Saptarsis تارن ڏانهن آهي.
ياڳ استا . ڪا: BHAG - ASTA - KA استاڪا = ڏاتار. هي ماڻهوءَ جو نالو آهي.
دس دا DASA DA ڏهن کي بچاءِ. ڏهن جي سهائتا يا واهرڪر ڏهن کي بچائڻ جي گذارش آهي. رگ ويد دسا.
راجنا DASA RAJNA آهي. دها DHA بچاءِ (رگويد)
تصويرون (خاڪو70-65-63)
سنڌو لکت ۾ بنيادي چوٽيهہ روان نشانين کان سواءِ اٺاويهہ تصويري علامتي نشانيون آهن، (خاڪو 36). انهن مان اٺ تصويري نشانيون گهٽيون(وري وري) ڏسبيون آهن، باقي ٻيون ڪڏهن اک تي چڙهن ٿيون. آوازن جي ٻين مددي AUXILIARY نشانين (ليڪن) يا تصويري يا روان علامتي نشانين، يا هڪڙين تصويري علامتن کي اڀين يا روان ليڪن سان ٻين تصويري علامتن سان ملائڻ مان ظاهر

ٿئي ٿو تہ انهن مان گهڻيون علامتي نشانيون صوتيہ نشانيون آهن. ان جو مثال اهو آهي تہ وچون ۽ پيپر جي تصويري نشانن مان انهن روان نشانين کي ملايو ويو آهي جن کي اءَ ۽ هہَ جو صوتي ملهہ ڏنو ويو آهي. پيو تہ ٽڪري يا جبل جي علامتي نشاني کي چوڏهين ۽ پيپر جي پن جي علامتي نشانيءَ سان ڳنڍيل ڏسجي ٿو (خاڪو 39). ان کان سواءِ پکيءَ جي تصويري نشانيءَ سان اها روانُ علامتي نشاني ملائي وئي آهي، جنهن جو صوتي ملهہ را RA آهي (خاڪو 63). هن مان واضح ٿئي ٿو تہ مورتون يا تصويريءَ علامتون فقط تصويري تحريرون ڪونہ رهيون هيون ۽ نہ وري انهن ۾ لفظي تحرير جي ڪا خاصيت باقي هئي. ائين بہ چئي ڪونہ ٿوسگهجي تہ اها ڪا الف ـ ب بہ هئي. پر اها لکت پداڻتي ضرور هئي ۽ ٻن ٽن مثالن ڪانسواءِ انهن حي شڪل صورت لفظن جي علامتي نشاني هئي. مٿي بيان ڪيل اناويهن تصويري نشانين مان انن جي صوتي ملهہ جو تعين ڪيو ويو آهي، جيڪو تسلي بخش آهي. اسان چاڻون ٿا تہ سنڌي هند ـ آريائي ٻولي جي بلڪل ويجهو آهي، ان ڪري سنڌ لکت جي تصويري علامتي نشانين جبل، ماکيءَ جي مک، پکي، وچون ۽ پيپر جي پن جو صوتي ملهہ تعين ڪرڻ ۾ هند- آريائي ٻوليءَ ڪان مدد ورتي وئي آهي. اسان هن ڳالهہ ۾ ڪنهن تلهي اندازي ڪان ڪم ڪونہ ورتو آهي. چاڪاڻ تہ مذڪوره لفظ، تصويري علامتي نشانين مان تهيل آهن، جن کي اسان پڊن جو ملهہ ڏنو آهي ۽ انهن کي پيٽي تصديق ڪري سگهجي ٿي. مثال طور اسان پکيءَ واري تصويري علامت کي ساڪ SAK ملهہ ڏنو آهي، جيڪو اسان رگويد ۾ بيان ڪيل هڪ (شگون) سُرڻ واري پکي ساڪونا يا ساڪنتا تان وَرتو آهَي.

جڏهن پکيءَ لاءِ پکشي، وهاڳ وغيره جهڙن ٻين استعمال ٿيندڙ لفظن يا پکيءَ جي نالن (مثلا تتري tittiri) مان ملهہ ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ھ اُهي نا مناسب لڳا جڏهن پکيءَ جي مررتي نشانيءَ کي "پڪش" يا ٿَت يا ٿِت جو ملهہ ڏئي ٻين نشانين سان گڏي پڙهڻ جي ڪوشش ڪئي وئي تہ انهن مان بہ ڪو مفهوم ڪونہ نڪتو. نيٺ ان نتيجي تي پهتاسين تہ سڪ ملهہ تسلي بخش هو. اهڙيءَ طرح ٻين هيٺ بيان ڪيل تصويري لکت جي علامتي نشانين کي بہ صوتي ملهہ ڏيڻ وقت ساڳين ويچارن مطابق توريو تڪيو ويو.

| خاڪو نمبر | تصويري لکت | قديم هند آريائي | پدن مطابق قدر | ڪيترا ڀيرا آيل |
|---|---|---|---|---|
| 63-65 | ٻني، کيت، ميدان | ڪشيترا ڪشاترا | ڪشہ (کيت) | 217 |
| | چودڳي ROAD CROSS | تارا | تر | 157 |
| | وڇون )SCORPOIN( | ورسچيڪ | ورس | 106 |
| پير | پير جو پن | اشاوتا | اَشق | 90 |
| | | ڌاما | ڌا | 78 |
| خاڪو. 65 | ٽڪنبو- ليٽيل سنوت وارين لِيڪن سان- (گهر) شهر لاءِ تصويري لکت. | | | 66 |
| (شگون) | سِوڻ وارو پکي | شاڪونا | شاڪ | 55 |
| | ٽڪري | آدري | آدر | |

| | | | |
|---|---|---|---|
| خاڪو نمبر65 هٿ | هستا | هس | 46 |
| = تي | تريدا | ترد/تريدا | 42 |
| = ماکيءَ جي مک | مڪشي | مڪش | 23 |
| = جانور (ڪتو) | سوان / سونا | سوان/سونا | 55 |
| = سڱ | سرنگا | سرن | 26 |

هن ڪان سواءِ ٻيون ٻه پارنهن تصويري علامتي نشانيون اهڙيون آهن جن کي اجا ڪو صوتي يا لفظي ملهه ڪونه ڏنو ويو آهي. پر 3200 علامتي لکتن جي انهي سڄي وٿي مان پنج نشانيون اهڙيون آهن، جيڪي ٻاويهن ڪان ٽيهه ڀيرا ڏنيون ويون. باقي ٻين جو ورجاءَ اجا ٻه گهٽ ڏنو ويو آهي. تنهن ڪري سنڌي ٻوليءَ جي سُڃاڻ تي اهي ڪنهن به طرح تي اهي اثر انداز تي ڪونه ٿيون سگهن. ڪل 3200 لکيل شين مان ڇهه سو اهڙيون نشانيون آهن، جيڪي پڃي پري ناس تي ويون آهن، تنهن ڪري اهي سنڌي ٻولي کي سمجهڻ جي ناتي سان لاڀائتيون ڪونه ٿيندون. باقي 2600 لکيل شين مان 1500 اهڙيون آهن، جن کي تسلي بخش نموني پڙهيو ويو آهي ۽ لکت جي مقصد کي چڱيءَ پَرِ سمجهيو ويو آهي. انهن اهم تصويري علامتي نشانين جي هيٺ معنيٰ ڏجي ٿي جن جو ورجاءُ گهڻو ڏنو ويو آهي:

پيپر جي پن جي علامتي نشاني (1) اشوا. ماڻهوءَ جو نالو. اشوا هڪ ڏاهي ماڻهوءَ جو نالو سندس ابي ڏاڏي مان ڪنهن ماڻهوءَ جو نالو سمودري SMUDRI. رگ ويد ۾ اگني کي اشوا ٻه چيو ويو آهي. (2) پتا PATA اشوا ڪا جنهن جو مطلب آهي، اشواڪا

حاڪم يا سردار اگني. (3) اشوا اوشا OASA (اوشا). پا، معنيٰ بچائيندڙ، سدا چمڪندڙ اگني يا اسوا (باھہ جو ديوتا)، جيڪو سدائين روشن محافظ آهي. (4) اشوا- س- تر= اسوا- ساترا معنيٰ گهوڙي جو ٻل چاڙهڻ يا اسوا جي آڏو قرباني. ساترا SATTRA سوما SOMA جي قربانيءَ جو هڪ طريقو آهي. يا اها قرباني جنهن جي ڪرڻ سان انسان جو درجو بلند ٿئي (رگويد). (5) هپتہ ساس SASA HAPTA (يا سا) معنيٰ ستن جي حاڪم وٽان. يا ساراهيل ستن جو اشوا.

وچون جي علامتي نشاني (6) ورسان- پا پر= سگهارو بچائيندڙ (ورسن). مهان سگهارو (رگويد). ماٺهوءَ جو نالو (اٿر ويد) (7) پاتر ساڪ ورسا. بچائيندڙ ڪان. ورسا جيڪو سگهارو محافظ آهي. ورسا، اندرا، وشنو ۽ اگنيءَ جو لقب بہ آهي (رگويد). (8) پا- ساس- پا ورسان- تا (تارا)= بچاءِ سساپا تون سگهارو بچائيندڙ آهين. هتي چوڏگي واري علامتي نشانيءَ کي صوتياتي تصويري علامت طور لکيو ويو آهي، جنهن کي تار TAR يعني گذري وڃڻ، لنگهي وڃڻ، پار پوڻ جو صوتي ملهہ ڏنو ويو آهي. جيڪڏهن ڪنهن حڪمران يا ديوتا لاءِ لکيل آهي تہ جنهن لاءِ بچائيندڙ جو لفظ ڪتب آندو ويو آهي تہ هن لکت جو مفهوم ڪجهہ هن ريت هجڻ گهرجي: بچاءِ سساپا، تون ئي سگهارو حڪمران آهين. سسا جو لفظ سامس SAMS تان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ساراه جوڳو. (9) ورسا ساءِ- ترتا = ور سائس- تراتا، (سگهارو) بچائيندڙ. (10) اسواها- پا- ورس- سس ماهي اسواڪاءَ = بچائيندڙ، مردانگي وارو وڏو حڪمران. هتي ڏسڻ ۾ ايندو تہ جتي لکت جيان ورس جي پڇاڙي،

س سان نظر اچي ٿي. ٽڪري يا جبل جي علامتي نشاني. (11) پا
ڏوا PA" DVA (= ڏِيُو DYU)، سسا بادرا (يا پادرا). جنهن جي
معنيٰ ٿيندي، بچاءِ ساس ديوتا (يا ساس حڪمران) جيڪو ڏن وارو
۽ سڳورو آهي. (12) ڦادراما- دواپا (پادرا- ما- دواپا) تمام گهڻو
سڳورو ڏن وارو) ٻيٽ Island. (13) دِوا- اپا= دواپا، ڌرتيءَ جي ان
ٽڪري ڏانهن اشارو آهي، جيڪو ٻن پاڻين يعني ٻن درياهن جي وچ
تي آهي، اهو اٿر ويد جي لفظ دواپا جو هم آواز ڏسڻ ۾ اچي ٿو ۽
رگ ويد ۾ دويپا DVIPA آهي. (14) اسواپا- ڦادرا- ما (پادرا-
ما)، جنهن جي معنيٰ آهي اسپواپا، جيڪو گهڻو سڳورو آهي. رگويد
۾ پادرا جو مطلب ڏن آهي. (15) ڏيو DYU ڏِيو DIV معنيٰ ديوتا يا
چمڪندڙ. (16) پا دردا- پا- ساڪا= بچاءِ داردا، سگهارا بچائيندڙ.
داردا ماڻهو جو نالو آهي. در ڪي جيڪڏهن زور ڏئي پڙهبو تہ دادر ٿي
پوندو، جنهن جي معنيٰ آهي عزت ۽ احترام ڪرڻ (رگويد). (17)
داردر- سا ساڪا- ترادا. (ترادا معنيٰ ترئيدا). ماٺ وارو (يادارداً)
بچائڻ وارو ڪمانبر. (18) ڦادرا (پادرا) اوماسا تريدا= بچائيندڙ
سڳورو ساٿي. (19) ڪسڪ ساداها- ايڪا- اسوا= لاثاني گهوڙي
ورهائيندڙ. (ڪسد= ڪهڻ ورهائڻ رگويد). جيڪڏهن ڌرتيءَ جي
علامتي نشاني ڪساتر KSATRA آهي تہ پوءِ لڪت جي پڙهٽي هن
ريت ٿيندي ڪسڪا ساترا ـ دا ـ ها = ايڪا ـ اسوا. ملڪ عطا
ڪندڙ لاثاني اسوا (اگني). پڪيءَ جي تصويري علامت. (20) پاتا
(ساڪا) ها = ساڪا حاڪم جي مهر. ٻڌ دور کان اڳ هندستان ۾
"ساڪا" حڪمران گهراڻو هو، جنهن جو ماضي ڏاڍو شاندار رهيو
آهي. جيڪڏهن هيءَ علامتي نشاني ڏنگين اندر آهي تہ پوءِ سمجهڻ

گهرجي تہ اهو ڪنهن نالي ڏانهن اشارو آهي. (21) ساڪا ڪترڪا= جيڪو ڇئن سگهارن تي مشتمل آهي. (22) (سڪارا دِوا) ساساڪا ـ تردا قدرت جي طرفان بچائيندڙ سگهارو ڪماندر. (23) اسواڪا ـ پاهہ ـ ورسا ـ ساسا= (ساسا) ـ مها ـ اسواڪا= بچائيندڙ طاقتور وڏو حڪمران. (24) پادرا ـ تر ـ تر ـ (= تراتر) ـ پا پنتا . ها = سڳورو بچائڻ وارو (اگني) پنجن جو محافظ. هتي تراتر جو اشارو اگنيءَ ڏانهن آهي، جنهن کي رگويد ۾ تريتا يا تراتر بہ سڏيو ويو آهي. جيڪڏهن پنتا ـ ها کي هڪ لفظ جي صورت ۾ پڙهبو تہ "پنجوٽو" جو مطلب نڪرندو، جنهن جي معنيٰ پنجوٽي قرباني آهي ۽ اگني ان جو محافظ آهي.

ڌرتيءَ جي علامتي نشاني (25) راڪسڪس= بچائڻ يا پهرو ڏيڻ (رگويد). شايد هيءَ علامتي نشاني تصوري تحرير سان واسطو رکي ٿي جنهن جو صوتي ملهہ ڪسا آهي (ڪساترا = حڪومت ـ طاقت). حِتي لکت ۾ ميخي خط واري علامتي نشاني ايڪساترا پڻ ايڪسا جو صوتي ملهہ رکيْ ٿي. جيڪڏهن لکت کي رڪسا ڪري پڙهيو ويندو تہ ان جي معنيٰ تارا ٿيندي (26) پا ترڪسڪس= بچاءِ ترڪس (رگويد موجب ترڪس ماڻهوءَ جو نالو آهي، جنهنجي وڏي جو نالو تراساداس ياوا TRASADASYAVA هو. جيڪڏهن هن لکت کي ترا ـ ڪس ڪساترا پڙهيو وڃي تہ ملڪ جي بچائيندڙ جو مفهوم نڪرندو. (27) ڏاڪساها =لائق يا ماهر. (28) ڏاڪسا. دواپا = داڪاسا ديواپا. (29) ساتر ـ ڪساترا= بادشاه جي قرباني يا قربانيءَ جي طاقت. (ڪساترا= ڌرتي ـ ملڪ ـ حڪومت طاقت رگويد) يا قرباني ڏيڻ جي طاقت (30) "ڪساما" پاه ـ پاپر= بچائيندڙ

پاپر خطائون معاف ڪر. (هيءَ سنڌ سپيتا جي هڙاپا علائقي جو حڪمران هو. رگويد ۾ هن کي پپر PIPR ڪري لکيو ويو آهي. ٿي سگهي ٿو ته هن جو پپر PAPR جهڙو آواز هجي.

(31) ترمراڪس ڪسا= تباه ٿيڻ کان بچاءِ (مراڪس= پيهڻ، مهٽڻ، ناس ڪرڻ). (32) پارا، ترڪس ڪس = سڀ کان مٿاهان تراڪش.هن لکت کي هن ريت پڙهڻ گهرجي، پارا ترا = ڪساترا = ملڪ جو سڀ کان مٿاهون بچائيندڙ.

هيٺ ۾ لکتون ڏنيون ويون آهن (الف) ڪساما ـ بادا (ب) پپتا ـ ڏڪسا= بخش ساراه جوڳا لائق حاڪم. (ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته هيءَ معافي لاءِ ڪا گذارش آهي، جيڪا تعريف لائق ۽ ڏاهي حاڪم کي ڪئي وئي آهي). ياداٍ= ساراه جوڳو. اهو پنڊ (گذارش ڪرڻ واري) جو ڪم آهي ساراهون ڪري (رگويد). (33) شاڪا ـ ڪشاتا ـ پنٿاها ـ معنيٰ پنج سگهارا زخمي. پر هيءَ جملو پنهنجي پاڻ جي نفي ٿو ڪري. جيڪڏهن لکت ۾ ڪشاتراتا جو لفظ وڌو وڃي ته مطلب ٿيندو، ”ڏيڻ واري جو طاقتور ملڪ“.

## متفرق علامتي نشانيون:

پاڻ ۾ ڳنڍيل ٽي ٽڪنڊا: هتي ٽي ٽڪنڊا ڳنڍيل صورت ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. (اهي نشانيون د لاءِ آهن). هن علامتي نشانيءَ جو صوتي ملهہ ترد يا تريدا آهي. هيءَ روان نشاني تريدا/ ترادا/ تريڏا لاءِ لفظي نشاني طور ڪتب ايندي آهي. جڏهن هيءَ نشاني ڇٽي جهڙي نشانيءَ هيٺان ڏسڻ ۾ ايندي، ته ان جو مطلب نالو يا لقب هوندو آهي. اهو زمان ۽ مڪان کي ٽن پاڳن ۾ ورهائڻ جو هند ـ يوربي نظريو

آهي، جنهن کي اسان هتي سنڌي لکت ۾ ڏسون ٿا، جنهن تي انحصار ڪرڻ واسطي ٽِڪو (ترڪو) يا ٽريڪا يا تريدا جو لفظ ڪتب آندو ويو آهي، اها اڌ اکري علامتي نشاني گڏيل ٽي ٽڪنڊا آهي. رگويد ۾ ترد جو لفظ ڪتب آندو ويو آهي، جنهن جو مطلب آهي تہ "اچو تہ انهن کي آزاد ڪريون" ٻي معنيٰ اتس ڦاڙڻ - ڊور ڪرڻ - ڦيٽاڙو وغيره. جيڪڏهن هن کي تريدا ڪري پڙهبو تہ مطلب ٿيندو "ٽيٽو" يعني ٽن قسمن جا گڻ. تراڏا جي معنيٰ آهي "ٽن جو". (34) راما - ترد - آئو، سا : راما، تريڏا، اوسا ، جنهن جي معنيٰ آهي نهايت سهڻو ٽن پاسن کان چمڪندڙ يا تريڏا= جيڪو سهڻو ۽ چمڪندڙ آهي. هي اشارو اگني ڏانهن آهي، جنهن کي ٽي شڪليون آهن. (35) ساڪرا - تريڏا = سگهارو تريڏا. (36) پا ياگ - تريڏا: بچاءِ ترائيدا سردار. (37) تريداها - ساسادا = ترائيد جو ڪمانڊر.

**ٽڪنڊو، جنهن ۾ انڦي سنوت واريون ليڪون آهن.**

هن علامتي نشانيءَ کي ڏ جو صوتي ملهہ ڏنو ويو آهي. چاڪاڻ تہ هن ۾ ٻہ اڌ اکري نشانيون شامل آهن. انهن مان هڪ جو صوتي ملهہ د ۽ ٻيءَ جو هہ آهي. امڪان آهي تہ هيءَ نشاني، جِتي لکت جيان ڪنهن ننڍي وڏي شهر جو مفهوم ڏيڪاريندي هجي. (19) گهٽين لکتن ۾ ڏ جو صوتي ملهہ مناسب معلوم ٿيو آهي، پر سڀني ۾ نہ. هتي ٻنهي قسمن جي علامتي نشانين جو ذڪر ڪيو ويو آهي. (38) ڏا - تريدس - پا" ساسا - دِوا داسا= بچاءِ، بچائڻ وارا ديوتا، ٻارهن جا حڪمران. لکت ۾ ٽري داسا جو لفظ ڪتب آندو ويو آهي. هتي انهن ستارن ڏانهن اشارو آهي، جن کي ديوتا بہ سمجهيو ويندو هو (رگويد). ڏا يا دَها معنيٰ: ڏيڻ، عطا ڪرڻ، بخشڻ، مدد ڪرڻ،

بچائڻ آهي (رگويد) (39) ڏاڪا - پاپر= لائق بچائيندا ـ ڏاها پاپر.
جيڪڏهن سوچي ڏسبو تہ اهڙين ليڪن وارن ٽڪندن جو صوتي
ملهہ ڏڪو نہ ٿو لڳي. ٿي سگهي ٿو تہ اها تصوري تحرير هجي يا
ڪنهن لفظ جي قطعي پڇاڙي هجي. ههڙيءَ ريت اسان جتي لڪت
جي لفظ "وڏي" جي پڇاڙي ڏسون ٿا. ٿي سگهي ٿو تہ پنهي لڪتن ۾
هن جو مطلب، "وڏا ديوتا بچاءِ يا پارهن جا حڪمران يا ملڪ جا وڏا
بچائيندڙ هجي".

**هٿ جهڙي علامتي نشاني.**

هن علامتيءَ نشانيءَ کي هست مان نڪتل هس پد وارو ملهہ ڏنو ويو
آهي. (40)

پاهہ- هاس ـ پات= بچائيندڙ حاڪم. حتي پوليءَ ۾ پاهس جي معنيٰ
بچائڻ آهي. (41) ها هاس ـ گاويا. معنيٰ: دل لپائيدڙ ولهار. (هاس
کي جڏهن زور ڏئي اچاربو تہ ها هاس ٿي پوندو.(رگويد ۾ گاويا جو
مطلب ولهار PASTUSE LAND آهي.

**ماڪيءَ جي مک جهڙي علامتي نشاني.**

هن علامتي نشانيءَ کي پدن جو ملهہ مک يا مکش ڏنو ويو آهي.
(42) مک ـ هاس= مهاس معنيٰ شان شوڪت، طاقتور (مهاس=
وڏائي ـ مهانتا ـ طاقت ـ رگويد). (43) مک ـ هپت ـ ها = ستن ڏاتارن
يا ڪلمکن جي مهر. هڪ مکا هڪ ڏند ڪٿائي ماٺهو جو نالو آهي ۽
اندرا کي بہ انهي نالي سان سڏيو ويندو آهي. (44)ت (=تار) دِوا
(ڏيو DYU ڏيائو DYAU) پيات (ساڪا) آ =قدرت طرفان بچائيندڙ
حاڪم ساڪا. (هتي پهرين علامتي نشاني ديو يا ديوتا جي لفظ جي
معين ڪندڙ صفتي پڇاڙي آهي)

# سنڌو لکت ۽ سنڌي ٻوليءَ جي اوسر.

قديم دور ۾ سنڌي لکت لفظن ۽ پدن واري هئي، جنهن ۾ تصويري علامتي نشانيون، نيم تصويري علامتي نشانيون-PSEUDO PICTURES، گڏيل ياروان نشانيون ۽ اڀين ليڪن جهڙيون نشانيون موجود هيون. گيلب GELB جي ڪلاس بنديءَ مطابق هيءَ لکت ان ٽئين درجي جي لکت سان تعلق رکي ٿي، جنهن جي اجا تائين نہ لکت سمجهہ ۾ آئي هجي ۽ نہ وري اهو پتو پيو هجي تہ اها ٻولي ڪهڙي ٻولي هئي (خاڪو 42). جڏهن سامي لکت جي مدد سان پوئين دور جي هڙاپا واري لکت پڙهي وئي تڏهن هن لکت کي گيلب جي اصول مطابق (II) درجي جي لکت چئي سگهجي ٿو. يعني جنهن جي لکت تہ پڙهي وئي هجي، پر اهو پتو نہ پيو هجي تہ ٻولي ڪهڙي هئي. (20) وري اڳتي هلي جڏهن هڙاپا مان لڌل علامتي نشانين کي، صوتي ملهہ ڏئي ٻنهي جو ڀيٽوار مطالعو ڪري لکت کي پڙهيو ويو تہ سنڌو جي لکت جي لفظن کان سواءِ، اسمن جي بنيادي پاڙن، ۽ گردانن کي رگويد جي مدد سان سمجهي سگهجي ٿو. چاڪاڻ تہ هي هندستان جو نهايت قديم ڪتاب آهي، جيڪو (1600- 1700) ق. م لکيو ويو ۽ اجا تائين ساڳيءَ حالت ۾ موجود آهي. انهيءَ طريقي استعمال ڪرڻ کان پوءِ سنڌو جي لکت کي گيلب جي مقرر ڪيل درجي (1) تي آڻي سگهجي ٿو ۽ سنڌي لکت ۽ ٻوليءَ کي پڙهي پروڙي سگهجي ٿو جنهن جي حساب سان چئي سگهجي ٿو تہ سنڌو سڀيتا جي قديم لکت، تصويري، نيم تصويري نشانين ۽ روان نشانين تي مشتمل آهي (خاڪو 55 -54) ڪن تصويري علامتن کي

پدن وارو ۽ ڪن ڪي نيم پدن وارو ملهہ ڏنو ويو آهي. نيم تصويري نشانين ڪي لفظن جو پد ۽ گڏيل وينجن سُر ۽ اڌ اکري نشانين ڪي گڏي هڪ وينجن سُر سمجهيو ويو آهي. پر ڏنو ويندو تہ ڪنهن بہ لکت ۾ اهڙي نشاني ڪانہ آهي، جنهن جي رڪن يا پد ڪي پورو لفظ چئي سگهجي ۽ ان ڪي لفظ جيترو صوتي ملهہ ڏئي سگهجي ۽ لفظ طور اچاري سگهجي. مصر جي قديم خط ميخي جيان سنڌي لکت ۾ بہ ساڪن وينجن سُر ت، پ وغيره آهن، جيڪي نيم پدن سڪ يا اسد ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. اهڙيءَ ريت ٿوري عرصي اندر اڌ اکري واري لکت سرجي آئي. پر ڪڏهن ڪڏهن لفظن جي پدن بدران تصويري نشانيون پڻ ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. مثال طور س- اسوا- گ- ت- ها. هن مثال ۾ دلچسپ ڳالهہ اها آهي تہ هنن وينجن ت- گ ۾ لڪل سُر آواز ناگري لکت ۾ اها صورت حال اڄ سوڌي قائم آهي.

پکين جون تصويري نشانيون، جيڪي لفظن جي پدن يا خود لفظن جي نمائندگي ڪن ٿيون، سي معنوي طور انهن پکين جي شڪل صورت سان سهمت نہ آهن. اهڙيءَ ريت چڪر يا ڦيٿي جي تصوير بہ معنوي طور شهر، ديوتا يا حڪمران جي نمائنده ڪانہ آهي، جنهنمان سمجهي سگهجي تہ ان ۾ سامي اثر نمايان آهي. ان هوندي بہ پنج يا ڇهہ علامتي نشانيون اهڙيون آهن، جيڪي جتي لکت جي ميخي خط سان لاڳاپو رکن ٿيون. مثال طور گهرين واري چوڪُنڊي ۽ ٽڪنڊي جهڙي نشاني آهي، جيڪا ڪنهن گهر يا رهڻ جي هنڌ يا بادشاهت جي نمائندگي ڪري ٿي. لفظ جي پدتي زور ڏيڻ جي ناتي سنڌي لکت کي پراڻي اڪادي ۽ آشوري ٻوليءَ سان ڀيٽائي سگهجي ٿو، پر منجهن ٻتي پد جهڙوڪ: پاڪ PAK يا ساڪ SAK جي نقطہ نظر

ڪان گهٽي ويچاندي ڏسڻ ۾ اچي ٿي. ڇاڪاڻ تہ اهي لفظ الگ ۽ آجا آهن ۽ معنوي اعتبار ڪان وڏي اهميت رکن ٿا. ان ڪانِ پوءِ اسانکي هڪ تبديلي نظر اچي ٿي تہ لفظن جا پد يا اُهو لفظ جنهن ۾ گهٽا وينجن سر آهن، تنهن جي پدن جُون علامتي نشانيون سُسي ننڍڙيون ٿيڻ لڳيون. اهڙي ڦير گهير اسان کي سنڌ سڀيتا جي اوج جي زماني ۾ يا پوئين هڙاپا دور ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿي (ڏسو خاڪو 73). ان زماني لفظن جي پدن جون تصويرون سادين ۽ ننڍڙين علامتي نشانين جي شڪل ۾ لکجڻ لڳيون ۽ تصويرن ۾ لکڻ وارو طريقو ترڪ ڪيو ويو (ڏسو خاڪو 66 ـ A ـ B). اڳي هڪ آواز لاءِ ٻہ متبادل ننڍڙين علامتن جو استعمال عام هوندو هو. ان زماني اهو رواج بہ ختم ٿي ويو. ان ڪري نشانين جو انگ گهٽجي وڃي ٻاويهن تي بيٺو. هن ڪتاب جي ليکڪ جتن ڪري مرڪب علامتي نشانين جو تجزيو ۽ ڇنڊڇاڻ ڪري سنڌي لکت جي صوتي خوبين جي تعين ڪرڻ لاءِ هڪ لاياٿنو گس گهڙيو، جنهن علامتي نشانين مان اوسر ڪري الف ـ بي جي صورت اختيار ڪئي هئي. جيلب GELB کهڙو نہ سنو چيو آهي تہ، ”ڪمپيوٽر هڪ جاءِ تي گڏ ڪرڻ، ونڊڻ ورچڻ ۽ ڳڻڻ واسطي آهي، باقي تجزيو ۽ ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ انساني ذهن لاءِ ڇڏيو وڃي“.

سنڌي ٻوليءَ جي نمايان خوبي.

صوتيات.

سنڌي لکت پنهنجي شڪل صورت بدلائي پدن واري مرحلي مان نڪري الف ب جي شڪل اختيار ڪئي. منجهس ڇاليهہ ننڍڙيون علامتي نشانيون ۽ اِنهن جون هلڪيون سلڪيون بدليل شڪليون

هيون، جيڪي چوويهن آوازن جي نمائندگي ڪرڻ لڳيون. ابتدائي دور ۾ پدن کي ظاهر ڪرڻ واسطي تصويري تحرير ڪتب آندي ويندي هئي، لفظي نشانين کي گهٽ استعمال ڪيو ويندو هو. ڇاڪاڻ تہ انهن کي ننڍڙين علامتي نشانين وسيلي ظاهر ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو هو. هوريان هوريان تصويري تحرير وارو رواج ترڪ ٿي ويو.
الف - بي جي هينئين ڪلاس بنديءَ کي ذهن ۾ رکڻ گهرجي.
سر آواز ۽ ٻسُرا سر آواز
سر آواز: آ = A، آ = A ۽ اي = I
ٻسُرا سر آواز : آئي AY = آئو = AO، آئي AE=
نيم سر آواز: ر = R، و V=
آوازن جا قسم:
حلق وارا، نڙيءَ (gutteral) مان نڪرندڙ آواز ڪ ۽ گ جهڙا،
ڏندن (dental) وٽان نڪرندڙ آواز ت، ٿ، د، ن
چپن وسيلي نڪرندڙ آواز (labial) جهڙوڪ: ب - پ - م
وارا آواز (laryngenal Voiced): س ۽ ش
نڙيءَ مان نڪرندڙ پٽيٽا آواز (laryngenal Voiced): هـ
نڙيءَ مان نڪرندڙ اڻ پٽيٽا آواز = h، h
فارسي جي پراڻي لکت ۾ ڪيترن وينجن سرن جهڙوڪ: ڪ، گ، ت ۽ پ لاءِ بہ بہ نشانيون ڏسڻ ۾ ايندڻون. انهن مان هڪ تہ نجي سر وينجن هوندي آهي ۽ ٻيءَ ۾ سر وينجن سان. گڏ الف = A سر آواز بہ شامل هوندو آهي. پوئين مثال ۾ اها علامتي نشاني پد جي نشانيءَ جو ڪم ڏيندي آهي. سنڌي لکت ۾ اهڙيون خوبيون نهايت

قديم دور ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، پر پوئين زماني ۾ منجهس اهڙيون
ڳالهيون ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿيون اچن. مگر ملهہ وارين مرڪب علامتي
نشانين ۾ بہ سر وينجن ۽ هڪ سر آواز هوندو آهي ۽ اهي جنهن
نموني پاڻ ۾ مليل هوندا آهن، تنهن بناوت مان اُچار جو بنياد نهي
پوندو آهي، جهڙوڪ: پ + پ + ا + ت = P+P+A+T جنهن جو
اچار ٿيندو پپات. جيڪڏهن هن مان پپتا PPTA جو متبادل اچار
بڻجي پوي تہ ان امڪان کي بہ رد ڪري ڪونہ ٿو سگجي. اهڙيءَ
ريت U جي نشانيءَ کي ٻُڙي درجي وارو الف = A جو ملهہ آهي.
جيڪڏهن هن کي زور ڏئي اچار ڪيبو تہ آواز آ = A، آ = A آئي
= AE ۽ آو = AO ٿي ويندو. اها بہ اڻ ٿيٽي ڳالهہ آهي تہ آئي AE ۽
AO ائو جون نشانيون ي = E يا و = O جي سر آوازن جي بہ
نمائندگي ڪنديون هجن. اهو بہ ڏٺو ويو آهي تہ اي = AY جي لاءِ
جدا نشاني هوندي هئي. امڪان آهي تہ اها ي = I جي بہ نمائندگي
ڪندي هئي. مثال طور جهڙيءَ ريت بارهي BARHAY آهي ان کي
بارهي BARHI بہ لکي سگهجي ٿو. (خاڪو 51). پر اهڙي قسم
جو استعمال ٿورڙو هوندو هو. لفظ جي پڇاڙين وارا سر آواز، پِسرا
سر آواز يا نڙيءَ مان نڪرندڙ پٽيٽا آواز LARYNGEAL VOICED
لفظ جي پڇاڙي طور ڪم ايندا هئا. انهن کي سولائيءَ سان سڃاڻي
سگهبو آهي، ڇاڪاڻ تہ اڳيان واري سر وينجن ۾ موجود سر آواز
اهڙو ڏس پتو ٻڌائيندو آهي. مثال طور باڪاءَ BAKA-A جو لفظ
آهي جنهن ۾ آ = A پڇاڙيءَ طور ڪم آيل آهي يا باڪاهہ BAKA -
HA ۾ هَا HA پڇاڙي آهي، اهڙيءَ ريت ر = R اڪر ۾ آواز جي بدل
سدل عام طور ڏسڻ ۾ اچي ٿي. مثال طور جيئن گر GR جو اچار

آهي، جيڪو گار GAR ۾ بدلجي وڃي ٿو. سيني وينجن آوازن جي اکرن جا وسرگ (aspirates) ٺهڻدا هئا، جيڪي نڙيءَ مان نڪرندڙ گسٽي آواز ”ھہ“ جي نشان ڳنڍڻ سان ٺهندا هئا، جهڙيءَ ريت ڪ + ھہ = ک، پ + ھہ = ڦ، گ + ھہ = گھہ ۾ ڏسڻ ۾ ايندو. ڪڏهن وري ڦ ۽ پ، ۽ س ۽ ش S ۽ S = جي آوازن ۾ بہ مونجهارو پيدا ٿي پوندو آهي ۽ ڦادرا پادرا ۽ ساش ڪي شاس SAS ڪي بہ SAS ڪري پڙهيو ويندو هو. ٽارونءَ وارا آواز ۽ اُهي آواز جن سان زبان جي چوٽي ٽارونءَ سان لڳندي، سي سنڌيءَ جي ٻوليءَ ۾ موجود ڪونہ هئا. پر 1300 ق.م ڌاران اهڙن آوازن جون علامتي نشانيون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، جيڪي دائمر آباد (21) ۽ ٻيٽ دوارڪا (22) مان هٿ آيون آهن. ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ بہ نڪاوان آواز، هڪ ڏندن وارو ن“ ۽ ٻيو چپن وارو ”م“ جو آواز ڪتب ايندا هئا. ششڪارِي وارن ٽن اچارن جهڙوڪ S = S = ۽ س = ڪ لاءِ پنج علامتي نشانيون ڪتب آنديون وينديون هيون. هڪ آواز لاءِ ٻي علامتي نشاني ڪتب آڻڻ ڪري گهڻو ڪري مونجهارو ٿي پوندو هو. مڇيءَ شڪل واري علامتي نشاني س ۽ ش = S ۽ = S لاءِ استعمال ڪئي ويندي هئي. اويستان AVESTAN ۾ بہ س = S = S ۽ ش = S لاءِ ڪتب آڻڻ جو رواج هو ۽ اهي ئي س ۽ ش رگويد ۾ بہ استعمال ٿينديون هيون. سنڌي ۽ ايراني ٻولي جي ويجهڙائي بابت ٻئي هنڌ ڪاٿي بحث ڪيو ويو آهي. امڪان اهو بہ نظر اچي ٿو تہ جتي مڇين جهڙيون بہ علامتي نشانيون گڏ ڏسڻ ۾ اچن ٿيون تہ انهن مان هڪ S س ۽ ٻي S جي اچار جي نمائندگي ڪندي هوندي، جهڙيءَ ريت SA - S A S A SA = ۺا، شاءَ

شاسا معنيٰ حڪمران. س بدران هہ جو استعمال. جهڙي ريت اسان
هيت ۽ سپت، باڪاما ۽ باڪاسا ۾ ڏسون ٿا اهو ان ڳالهہ جو اهڃاڻ
ڏئي ٿو تہ سنڌي ۽ قديم ايراني ٻوليءَ جي پاڻ ۾ ويجهڙائي ضرور
هئي. سنڌي ٻوليءَ ۾ نڙي مان نڪرندڙ ٿن آوازن واسطي پنج
علامتي نشانيون ڪتب آڻڻ جو رواج هو. انهن مان هڪ آواز پٽيٽو يا
ڳرو VOICED ۽ ٻہ اڻ پٽيٽا يا هلڪا VOICELESS هئا. پر پوئين
دور ۾ ائين نظر اچي ٿو تہ پنجن مان رڳو ٻہ استعمال ڪيون وينديون
هيون.

صرفيہ جوڙجڪ

اسان کي سنڌي ۽ اويستان ٻولين ۾ سر آواز هرويرو ڏگهو ڪري
اچارڻ جو رواج ڏسڻ ۾ اچي ٿو، يعني آ -A کي آ -A ڪري اچاريو
ويندو هو. سنڌي لکت ۾ وري اها ڳالهہ پڻ ڏسڻ ۾ اچي ٿي تہ
لفظن کي هڪ ٻئي کان الڳ ڪرڻ لاءِ ٻہ ننڍيون يا ٻہ وڏيون اُڀيون
ليڪون ڏنيون وينديون هيون. ڪڏهن وري هڪ ننڍي هڪ وڏي
ليڪ ڳڏي ڪتب آندي ويندي هئي (ڄاڪو 40-A.C) هن سان
ڳڏ لکت جو اهو رواج بہ هو نالي يا لقبن نالن يا لقبن کي ڏنگين ۾
ڪامائن اندر ان مقصد سان رکيو ويندو هو تہ جيئن انهن جي سڃاڻپ
۾ سولائي ٿئي ۽ ڪين بامعنيٰ آواز ڏئي سگهجي.جيئن تہ گهٽا سنڌي
لفظ شڪل ۽ معنيٰ جي لحاظ کان (پت Pat را Ra سادا Sada وغيره
وانگي) رگويد ۽ اويستان ۾ بہ نظر اچن ٿا، ان ڪري سنڌي ٻوليءَ
جي نحوي ۽ صرفي بناوت کي سمجهڻ جو روشن امڪان آهي.

سنڌي ٻولي جي هڪ اکر جهڙوڪ: پَ Pa، رَ Ra کي بہ پنهنجي
پوري معنيٰ آهي، ڇاڪاڻ تہ پَ Pa جو اکر "بچائڻ يا بچائڻ وارو"

جي معنيٰ ڏيکاري ٿو ۽ رَ Ra جي معنيٰ عطا ڪندڙ آهي، جڏهن "پ" جي پٺيان "ر" اچي هڪ مرڪب ٺاهي ته هڪ لفظ تيار ٿي پوي ٿو، جنهن جو مفهوم آهي بچاءُ عطا ڪندڙ. پر جڏهن اهي ٻئي اکر گڏجي هڪ لفظ پر Para جوڙيندا آهن، ته ان جو مطلب ٿيندو اعليٰ ۽ اوچي ڪان بہ وڌيڪ مٿاهون suprme beyond . سنڌي ٻوليءَ ۾ هڪ پد وارن لفظن جي گهٽائي آهي ۽ هڪ پد وارن نالن جي گهٽائي مان اسان کي پتو پوي ٿو تہ هيءَ ٻولي ويدن کان گهٽي پراڻي آهي. ساڳئي لفظ کي ڀهريائين لفظ جي حيثيت سان پوءِ پدن جي حيثيت سان ۽ بعد ۾ الف ـ ب جي شڪل ۾ لکيو ويو. (خاڪو)(A.B.70) ڪيترن ئي جي جزن ۾ هڪجهڙا آواز ڏسڻ ۾ اچن ٿا، مثال طور بادر badra کي ڀدر bhadar شاها Saha کي ساها Saha ۽ شاڪا Sakka کي شڪ Saka چيو وڃي ٿو. پر سنڌي لکت ۾ گهڻ صوتيہ پد ورلي ڪي آهن.

هن لکت ۾ اها بہ ڳالهہ نظر اچي ٿي تہ اڻ پٽيٽاunvoiced ۽ وينجن ٻٽا لکيل ڏسڻ ۾ اچن ٿا. مثال طور جيئن پت Pat جي بدران پپت Ppat ڏسڻ ۾ ايندو. برهمي ۽ حتي لکت ۾ وري وچ وارا وينجن سر ٻٽا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. سنڌي ۾ ڪي خاص ڳالهيون پيون بہ آهن. مثال طور جيئن ساڪ Sakka ۾ پراترڪ Parattrka وغيره، جنهن ۾ پويان ۽ وچ وارا وينجن ٻٽا نظر ايندا. سنڌي ٻولي ۾ ڪن مقامي لفظن جون بدليل شڪليون بہ ڏسڻ ۾ ايندبون. مثال طور جيئن پهہ Pah جو لفظ آهي، جيڪو موهن جي دڙي جي مهرن ۾ اٺونجاهہ ڀيرا ڏسڻ ۾ آيو آهي. هڙاپا مان لڌل مهرن تي اهو ساڳيو لفظ ارڙهن ڀيرا لکيل آهي، پر اهو لوٿل ۽ ڪالي ٻنگن جي سيپتائي ماڳن تان هٿ

ڪونہ لڳو. ان جو سبب گهٽو ڪري اهو آهي تہ پهرPah لفظ پَـ Pa
جي ابتدائي ۽ اڳاتي شڪل آهي.
نالا :
هن معاملي ۾ گهٽو ڪري اها ڳالهہ ڏسڻ ۾ آئي آهي تہ اسم جا
اصلي لفظ، لفظ جي معدي سان مطابقت رکن ٿا. لفظ اصلي معدو
ڪرKr، پر Pr، گَ ga رِ ra ڏ da پ pa اسم جا بنيادي لفظ
آهن، مثال طور پ Pa معنيٰ بچائڻ / بچائيندڙ، ڏَ معنيٰ ڏيڻ / ڏيندڙ
عطا ڪندڙ وغيره، پر Pr جي بہ معنيٰ آهي، بچائڻ / بچائيندڙ.
اسم جي اصلي لفظ ۾ ڪڏهن هڪ ابتدائي ۽ ٻي ثانوي پڇاڙي
ڳنڍي ويندي آهي، مثال طور: مد + I+ + mad + a مد mada ارهہ
arh + a آره arha، دَرَهَس dahrs drahas=اساو Asv،. اساود
asv+a+da = Asvada، تر tr، tr+a+ta = تَرتَ = trata = ۽
سهہ Sah+as = سهس Sahas، ڪڏهن وري تدهبت taddhit جي
بدران ڪَ ka کي پڇاڙي طور ڪتب آندو ويو آهي. جيئن اساوڪ
asvaka کي نٽيڙو ڪري لکيل ڏسجي ٿو. اهڙا مثال گهٽا ليندا.
گردان تعريف :(Inflexion)
علمي نقطئہ نگاهہ کان اهو امڪان آهي تہ پدن کي ڪڏي لفظ جي
معدي کي ڌار ڪري سگهجي، پر لفظ جي معدي جڙڻ واري دور
۾ هند -يوربي لفظن جي شڪل صورت لاءِ ائين سوچڻ گهٽو ڏکيو
آهي. ڇاڪاڻ تہ اسان کي اها ڄاڻ ڪانہ آهي تہ ان دور ۾ ٻوليءَ
اندر فقط هڪ -پدي لفظ هٿا يا رڳو گهڻ - پد لفظ هٿا يا ٻنهي جو
گڏيل استعمال ٿيندو هو. رگويد ۾ جيڪي شلوڪ آهن، تن ۾
سنڌي ٻوليءَ جو استعمال تمام گهٽ ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

سنڌي ٻوليءَ جيٰ ناتي سان هڪ اهم سوال اهو به آهي ته هيءَ ٻولي امتزاجي ترڪيبي agglutinative آهي يا گرداني (تصريفي)infleional سياءَ واري آهي. چاڪاڻ ته اهڙا ڪي جملا نظر ايندا، جن جي وچ ۾ ڪنهن رابطي جو اهڃاڻ ڪونه ٿو ملي. مثال طور مهہ -ساڪ - تر (ترا) مها (maha- saka-tr (tra يعني وڏو سگهارو بچائيندڙ سردار ( يا وڏو)، جنهن جي پوري معنيٰ هن ريت هجڻ کپي: نهايت وڏو سگهارو بچائيندڙ ۽ سردار. گڏو گڏ اها به هڪ حقيقت آهي ته لکت جي سلسلن ۾ موجود گرداني پڇاڙين ۽ اسم سان لاڳاپيل اصلي نالا به ڏسڻ ۾ ايندا آهن، مثال طور پڪ - آئي - بَڪَ آ paka - ae - baka- a يعني بَڪَ کان موڪليل سنياليندڙ ڏانهن ot abak from guardin، بڪ - آئي - پ - آ - -baka-ae pa-a يعني بَڪَ ڏانهن جيڪو بچائيندڙ طرفان موڪيل آهي. سَٽاد - هَہ sada-ha يعني ممتاز بزرگ جي (مُهر). سنڌي لکت جون پڇاڙيون اوستا ۽ رگويد سان پيٿائي سگهجن ٿيون، ان سان گڏ ٺي حالتون جهڙوڪ: وسيلي واري (instrumental)، حالت، مفعولي (dative) حالت ۽ حالت اضافي (genitive) حالت جيڪي ٻوليءَ ۾ اهم حيثيت رکن ٿيون، سي سنڌيءَ ٻوليءَ اندر ترقي يافته شڪل ۾ موجود آهن. اهڙيءَ ريت سنڌي ۽ حتي ٻوليءَ جي پڇاڙين کي به هڪ محدود حد تائين پيٺ ڪري پرکڻ جو امڪان موجود آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ حالت اضافت کي ظاهر ڪرڻ واسطي اهہ ah / هہ ha اهئہ aha جون پڇاڙيون ڳنڍيون ويندڙيون هيون. ان جاءِ تي حتي ٻوليءَ ۾ اس as يا اُس us جون پڇاڙيون ڪتب آڻڻ جو رواج هوندو هو. حتي ٻوليءَ ۾ عدد واحد آ a جي

حالت اضافيءَ جي صورت ۾ پڇاڙي آ يا اي e هوندي هئي، سنڌي ٻولي ۾ اهڙيون پڇاڙيون آئي ae سان ڏسجن ٿيون. حتي ٻولي ۾ وسيلي واري حالت تہ t جي پڇاڙيءَ سان ڏسبي. ان جاءِ تي سنڌي ٻوليءَ ۾ وسيلي واري حالت واري پڇاڙي - a الف سان نظر اچي ٿي.

ان زماني ۾ سنڌي ٻوليءَ اندر عدد جمع ۽ جنس مونث لاءِ فعلي يا اضافتي حالت جو تصور اپري آيو هيو يا نہ موجوده چاڻ جي آڌار تي ان بابت ڪجھ چوڻ مشڪل آهي .

## فعلي شڪلين جي ٿورائي.

مهرن جي لکت ۾ مختلف فعلي شڪلين جي ٿورائي جو هڪ سبب اهو بہ آهي تہ انهن ۾ ماڻهن جي نالن ۽ لقبن جي گهڻائي موجود آهي ۽ منجهن فعلي شڪلين لاءِ ڪا گنجائش ئي ڪانہ ڇڏي وئي هئي. تنهن ڪري اهو خيال ڪرڻ تہ سنڌي ٻوليءَ ۾ فعلي شڪلين جي

اڻاٺ هئي سو غلط آهي. مهرن کان سواءِ هن لکت سان لاڳاپيل ڪي ٻيون شيون بہ ليپي پون ها تہ ان ڳالهہ جو امڪان هو تہ هن هند - يورپي ٻولي جي هن پاسي کي بہ چٽو ڪري سگهجي ها ۽ چڱيءَ ريت پتو پئجي وڃي ها تہ اها هن ڏس ۾ ڪيتري نہ شاهوڪار آهي. اسان کي مهرن تي جيڪي فعل مليا آهن سي جيتوڻيڪ ٿورا آهن پر انهن مان انهيءَ ڳالهہ جو ثبوت ملي ٿو تہ سنڌو جي ٻولي فعلي صورتن ۾ شاهوڪار هئي. مثال طور آپ = AP حاصل ڪرڻ، ماضي، آپت، رڌ RDH معنيٰ سرسبز ۽ آباد ٿيڻ ماضي، رڌ RDHA ترد TRD معنيٰ چيرڻ ڦاڙڻ امر، تردس TRADAS سئاس SAS

معنيٰ حڪم يا امر ڪرڻ.

فعل کي ورجائڻ REDUPLICATION بہ سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ گهڻو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. مثال طور جيئن پات PAT معنيٰ حڪومت ڪرڻ. پاپت PAPAT يا پپت PAPAT فعل جو ورجاءَ آهي. پر PR معنيٰ بچائڻ فعلي ورجاءَ ٿيندو پاپري يا پپر PAPR / PAPRI يا در DR معنيٰ چيرڻ ڦاڙڻ ورجاءَ ٿيندو ددر DADR.

ڪنهن بہ سنڌي ٻوليءَ جي فعلي بنيادن مان سندس تاريخ جا اهڃاڻ ملن ٿا ۽ ان سان گڏ ان ٻولي ڳالهائيندڙن جي خيالن جا لڳاتار گس پتا ملي ٿا وڃن. ياسڪا YASKA جي تصنيف نيروڪتا NIRUK-TA ۾ انهن فعل جي بنيادن جي اهميت تي بحث ڪيو ويو آهي، جيڪي هر قسم جي اسمن ٺڄڻ جو وسيلو ٿيندا آهن. پاڻيني، سرورو مان SARVARVAMAN چندراگومين CHANDRAGO-MEN سڪتا يانا SAKTAYANA ۽ ٻين جي گرامرن ۾ لفظن جي ماده root معدو پيٺ جو اهو حصو جيڪو ڪاڏو هضم ڪندو آهي هيءَ لفظ معدو اڳي بہ هڪ هنڌ استعمال ٿيل ماده ۾ بدلائڻ

گهرجي ۽ اشتقاقن تي گهڻو ڪجهہ لکيو ويو آهي. انهن مان دلچسپ ڳالهہ اها معلوم ٿيندي تہ سنڌي زبان ۾ فعلي شڪليون تمام ٿوريون هيون. پر ٻئي پاسي کان اسمي مرڪبن ۾ تمام گهٽي شاهوڪار هئي. ويدن واري زماني ۾ اسان کي وري هيءَ ڄاڻ ملي ٿي تہ فعلي شڪلين ۾ هيءَ ٻولي شاهوڪار آهي، پر اِسمي مرڪبن ۾ ڪجهہ ٻوٽي پيل ٿي پانئجي. سنسڪرت جي اوج واري دور ۾ وري هن کي فعلي شڪلين ۾ پوئتي ۽ اسمي مرڪبن ۾ گهڻو اڳتي ڏسون ٿا. جيستائين لفظن جي ذخيري جو تعلق آهي تہ ويدن واري

دور ۾ سندس لغت وڏڻ شروع ڪيو ۽ سنسڪرت واري زماني ۾ اچا بہ وڌيڪ وڌي ويجهي.

هيٺ اسان ڪن لفظن جا معدا ڏئي رهيا آهيون، جن مان معلوم ٿيندو تہ هند - آريائي ٻوليءَ ۾ گهڻا لفظ سنڌي ٻوليءَ سان واسطو رکن ٿا. اهو بہ امڪان آهي تہ هن ٻولي هند - يورپي بنياد جي ٻين ٻولين جهڙوڪ: هند - ايرانيءَ مان بہ ڪيترائي لفظ ورتا هوندا ۽ انهن ٻولين مان بہ کنيا هوندا، جيڪي هند يوربي ٻولين جي مچلي ڪان ٻاهر آهن.

جيڪڏهن سنڌي ۽ قديم هند - آريائي ٻولين ۾ موجود لفظن جو معنوي نقطہ نگاہ ڪان سچيتائي سان مطالعو ڪبو، تہ ٻنهي زبانن ۾ موجود لفظن ۾ ڦيرن گهيرن جو چڱيءَ ريت پتو پئجي ويندو. اها هڪ فطري ڳالهہ آهي ڇاڪاڻ تہ پوئين هڙاپا دور ۾ هتان جي ماڻهن جي کاڌي خوراڪ، ڌرمي ريتن رسمن، ويندي لوڙهہ لٽڻ تائين وڏو فرق اچي چڪو هو. ان دور ۾ نون لفظن جي ضرورت پئي هوندي. ان صورت کي منهن ڏيڻ لاءِ ٻين ٻولين مان بہ ڪي لفظ ورتا ويا هوندا، جن جو تعلق تارونءَ مان آواز ڪڍڻ وارن لفظن سان هوندو ۽ ڪن نڪ مان نڪرندڙ آوازن سان تعلق رکندڙ لفظن جي ضرورت کي محسوس ڪيو ويو هوندو. اهو پوپون هڙاپا وارو زمانو هوندو جيڪو گذرندو اچي رگويد واري دور سان مليو هوندو.

# لفظن جا فعلي بنياد.

مُچلو الف

سنڌي ٻوليءَ جي انهن لفظن جا بنياد جيڪي اسان کي هند - يورپي ٻولين ۾ نظر آيا. ايس . ايم. ڪئٽر S.M.KATRE جي ڪلاسبندي (21) کان پوءِ انهن کي مچلن ۾ ورهايو ويو آهي.

| | | | |
|---|---|---|---|
| RAD | رد | AT | ات |
| DAS | داس | AM | ام |
| DRMH | درمھ | R | ر |
| DRH | درھ | KR | ڪر |
| DRA | درا | DAS | دس |
| PR | پر | DA | ڏ |
| BRH | برھ | DAS | داس |
| BHAND | ٻنڌ | GA | گَ |
| RUDH | رڌ | GR | گر |
| SRA | سرا | TRD | ترد |
| (SPR) Spr | سپر | ḌAKS | ڏڪس |
| SAGH | سگھ | MA | مَ |
| (HR) HRU | هرو | MAMH | ممھ |

مچلو (ب) اهي فعلي بنياد جيڪي سنڌي، قديم هند- آريائي ۽ هند- يوربي ٻولين ۾ هڪجهڙا آهن.

| | | | |
|---|---|---|---|
| اد | AD | گاه | (GAH) GAH |
| ارهہ | ARH | گر | GR |
| آوَ | AV | تپ | TAP |
| اس | AS | ترپ | TRP |
| آپ | AP | د | DA |
| ر | R | دهَ | DHA |
| رڌ | RDH | پت | PAT |
| ڪر | KR | پد | PAD |
| ڪرم | KRAM | پري | (PR) PRI |
| ما | MA | ٻڌ | BHD |
| مر | MR | ڀر | BHR |
| رڪس | RAKS | مد | MAD |
| رد | RUD | ساس | SAS |
| رد | (RAD) | سات | SAT |
| وَپَ | VAP | ساس | SAS |
| وا | VA | سد | (SAD)SAD |
| سمس | SAMS | سَهہ | SAH |
| ساڪ | SAK | سو | (SIV) SIV. |
| سام | SAM | سَر | SR |
| | | هس | HAS |
| | | هد | HD |
| | | هر | HR |

سنڌي ٻوليءَ ۾ هند - يوربي ٻوليءَ جي فعلي بنيادن وارن لفظن جي گهٽائي ملندي، ويدن واري دور ۾ سنڌي ٻوليءَ جا ڪيترائي

لفظ صرفي نقطہ نگاہ کان ڪجھہ متجي سنجي ويا هوندا. جيئن تہ سنڌ سيپتا جي ڪيترن علائقن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي لفظن ۽ اُچارن ۾ صرفي نقطہ نگاہ کان تبديلي آئي، تنھن ڪري ساڳين لفظن جي بنيادن تي ٻيا هڪجھڙا لفظ جُڙي ڪتب اچڻ لڳا. مثال طور:

| | | | |
|---|---|---|---|
| مھھَ | MHAH | مھہ | MAH |
| پھہ | PAH | پَ | PA |
| پپ | PPA | پَ | PA |
| سڪڪ | SAKKA | سڪ | SAKA |
| ٻڪڪ | BAKKA | ٻڪ/ٻگ | BAKA/BAGA |
| هار | HAR | هار | HAR |
| ڦدر | PHADRA | پدر | PHADRA |

سنڌي ٻوليءَ جا ڪيترائي لفظ رگ ويد ۾ ملن ٿا، تن لاءِ فقط ايترو چئي سگھجي ٿو تہ اهي هند - يورپي ٻوليءَ ۾ مستقل طورڪتب ايندا هئا.

سنڌي لکت تمام گھٽ لڌي آهي. ان سان گڏ فعلي شڪلين جو انگ بہ ٿورائيءَ ۾ معلوم ٿي سگھيو آهي، تنھن ڪري اها پڪ ڪانہ ٿي پوي تہ هن ٻوليءَ ۾ فاعل، مفعول، فعل وارا اصول قائم آهن يا فاعل، فعل، مفعول وارو طريقو ورتايو ويندو هو. جيئن تہ انهن لفظي معدن جو اسم ۽ صفت طور گھٽو استعمال ڪيو ويندو هو، جيڪي ڪنھن گرِدان کان متاثر ڪونہ ٿيندا هئا، تنھن ڪري ان دور جي لکٽھارن کي اهو وجھہ ملي ويو هو تہ هو ڪھڙو بہ لفظ ڪٿي بہ لکي سگھيا ٿي ۽ مهرن تي مليل وٿيءَ ۾ جو ڪجھہ دل ۾ آين پئي سو لکي ٿي ڇڏيائون. لکت جي سلسلن ۾ سندن لکيل هي لفظ ملي

سگهندا: مها - سد SADA - MAHA نَهايت وڏو، ناليرو، ساس مها MAHA - SASA حڪمران وڏو، مها، سڪ، تر، مها MAHA - TRA - SAKA نهايت وڏو، سگهارو ۽ بچائيندڙ وڏو. ڪن لکتن ۾ هڪ ئي سلسلي اندر موجود هڪجهڙين صفتن ۾ اسان کي ڪو رابطو ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿو اچي. مثال طور: پڪ - تر - ساپ - پار PAR - SAPA - TR - PAK ڦٽڪار (ڪان) بچائڻ وارو، رکيا ڪرڻ وارو، سنڀاليندڙ. هيءَ ڳالهہ اسان کي رگ ويد ۾ بہ ڏسڻ ۾ اچي ٿي، جنهن جي ياسسم - وتروت - تمم AM-T -RAVATT YASASAM-VA AM ۾ ڪو ڳانڊاپو ڪونہ ٿو ڏسجي. سنڌي ٻوليءَ جي لفظن جي بيهڪ قديم - هند - يوربي ٻوليءَ جهڙي آهي، جتي اسمي وجود کي ظاهر ڪرڻ واري لفظ جي پٺيان اسان صفت وارو لفظ ڏسون ٿا، جنهن جو مثال، بدر، ڀدر - BHADRA، مها - MAHA ۽ ساس - مها MAHA - SASA جا لفظ آهن. سنڌي ٻولي جي ابتي لکت سنسڪرت سان ميل ڪائي ٿي. مها - سد جي لفظن کي پيٺائي ڏسڻ مان بہ پتو پئجي سَگهي ٿو تہ هتي صفت وارا لفظ ڀهريائين ڏسڻ ۾ ايندا. پورو پاد PURVAPAD مطابق پڇاڙيون وري اتر پاد UTTAR PAD موجب نظر ايندين، جهڙيءَ ريت ست هپا SATAHAPA يگ پپت PPAT BHAGA، ادريپ ADRIPA ۽ ترپت ارڪ ARKA -TRPTA ۾ نظر ايندو. جيڪڏهن ڳٽپ ڪبي تہ لفظن جون اڳياڙيون پڇاڙين کان وڌيڪ ڏسڻ ۾ ايندين. تنهن ڪري اهو سمجهڻ غلط آهي تہ سنڌي ٻولي هند - يوربي ٻوليءَ سان واسطو ڪانہ ٿي رکي.

سنڌو ماتريءَ جي ٻولي سوتر SUTRAS جيان مختصر نويسي جو هڪ مثال آهي. مهرن تي اسان کي پورو جملو لکيل ڏسڻ ۾ ڪونہ ايندو، جنهن ۾ اسمي ۽ صفتي جزا ڪنهن خاص اصول تحت لکيل نظر اچن ٿا. لکڻهار انهن ٻنهي مان هڪ تي وڌيڪ زور ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. لکتن جو گهڻو انگ اهڙو آهي، جنهن ۾ موجود لفظن ۾ ڪو ڳانڍاپو نظر نہ ٿو اچي. ان جو وڏو ڪارڻ اهو آهي تہ مهرن تي وٿي سوڙهي هئي ۽ لکڻهارن نهايت تت ۾ لکڻ جا جتن ڪيا آهن.

هڙاپا دور واري ويدن جي ٻولي بہ مهرن جي لکت ۾ محفوظ نظر اچي ٿي ۽ اها نيرڪتا ۾ محفوظ ياسڪا YASKA جي دور واري ٻوليءَ جيان آهي. جهڙيءَ ريت اسان ياسڪ ڀاشا کان اپنشد ڏانهن وڌنداسين تہ اسان کي ويدن جي ٻوليءَ جي ابتدائي شڪل ائين ملندي جهڙيءَ ريت اسان کي سنڌي، ويدن جي ۽ اويستان ٻوليءَ جي پيٽوار پرک کان پوءِ سنڌي ٻوليءَ جي ابتدائي شڪل جو پتو پوندو آهي. مختصر نموني هن کي هيئن چئي سگهجي ٿو تہ سنڌ جي مهرن تي موجود لکت، صوتياتي، نحوي ۽ صرفي نقطہ نگاہ کان نهايت اڳاٽي تحرير آهي. مختلف ذرين کي پيٽوار پرکڻ لاءِ اهي ڳالهيون ڏاڍيون لاڀائتيون آهن.

### سنڌي ۽ قديم ايراني ٻولي

مسرا MISRA جي بيان مطابق هند - ايراني ٻولي (II) هن زبان جي ان مرحلي جي ڄاڻ ڏئي ٿي، جڏهن هند - آريائي ۽ هند - ايراني ٻولين کي پنهنجو ڌار ۽ آجو لهجو ڪونہ هو (22). هو صاحب هن ڳالهہ تي وڌيڪ زور ڏئي ٿو تہ قديم ايراني ٻولي واري دور کي هند - ايراني IIR ۽ اويستان AV جي وچ تي سمجهڻ گهرجي. هتي اسان

| سنسڪرت<br>Sanskrit<br>(S) | سنڌو<br>Indus<br>(Indus) | هند ايراني<br>Indo Iranian<br>(Itr) |
|---|---|---|
| آسا<br>asa | آها / آسا<br>aha/asa | آسا<br>asa |
| trpyat | trppat | ترپيت<br>trypyat |
| ڊره<br>drh | ڊرگهہ<br>drgha | درزهر ساس<br>dhrzhras<br>I E dhrghros |
| پاره<br>parah | (ppara) پپاره<br>(parah) پاره | پاراس<br>paras |
| ارما<br>irma | arma/ rma<br>رما آرما | رما<br>rma |
| دشا<br>dasa | dasa/ dasa<br>دسا، دشا | داسا<br>dasa |

هن ڳالهہ کي چٽو ڪري بيهارڻ جي ڪوشش ڪنداسين تہ سنڌ مان لڌل مهرن جي ٻولي ان دور جو اهڃاڻ ڏئي ٿي، جڏهن قديم هند - آريائي ٻولي (ويدن واري) هِند - ايراني ٻوليءَ کان نکڙي ڌار ٿي رهي هئي. پر قديم ايراني ٻولي سان سنڌس ناتو صَفا ٽُٽي

| قديم هند ايراني (هند يورپائي) Old Indo Aryan (OIA) Indo - Europen (I E) | قديم ايراني اوستان Old Iranian (OIr) g Av | |
|---|---|---|
| | آها aha | |
| | ترفيت trfyat | |
| | دِرزرو dr zro | |
| Grk pearos IE Prros | Av. Paro>پرو op >para پرا OI Parah پاره | |
| IE rmo | Y.A. V arema aho arma اريما ارما | |
| IE dekm ديڪم | دشا dasa | |

ڪونہ ويو هو. هن قديم ايراني ٻوليءَ جو واسطو اوير ايران جي اويستان ۽ اولهہ ايران جي قديمّ پرشيا سان هو. مذڪوره لکت قديم ڪياني گهراڻي جي شهنشاهن واري دور سان لاڳاپيل آهي.

اسان مسرا جي بيان سان سهمت آهيون تہ هند - يوربي ٻوليءَ جو س

S هند ـ ايرانيءَ جو س S بڻجي ويو. بعد ۾ سنسڪرت ساڳيو س
ورتايو. پر قديم ايراني ٻوليءَ ۾ اهو ساڳيو س وري هه H جي اچار
۾ بدلجي ويو، نتيجي طور اويستان ۽ قديم پرشيا ۾ س بدران هه
H جو اکر ڪتب آندو ويو. ڌيان ڏيڻ جوڳي ڳالهه هيءَ به آهي ته
سنڌي ٻوليءَ ۾ به هه جي اچار جي استعمال کي بحال رکيو ويو
آهي، اهڙو مثال اسان کي هيٺ ۽ سپت جي لفظن مان ملي سگهي
ٿو. ان کان سواءِ سنڌي ۾ ٽي مختلف قسم جون هه آهن، جن کي
ٽن مختلف قسمن جي علامتي نشانين وسيلي ظاهر ڪيو ويندو
آهي. هن مان اسان کي پتو پوي ٿو ته سنڌي ٻوليءَ جو قديم
ايرانيءَ سان به لاڳاپو هو. پر لغوي ۽ معنوي نقطہ نظر کان سنڌيءَ
ٻوليءَ جو قديم لاڳاپو هند ـ آريائي ٻوليءَ سان ڏسڻ ۾ اچي ٿو.
سنڌي لکت جي لفظ جي ڊگهي پڇاڙي الف A جو آواز هوندو آهي.
ساڳيءَ ريت اويستان جي لفظ جي ڊگهي پڇاڙيءَ ۾ الف A ڪتب
آندو ويندو آهي.

قديم ايران آها AHA هند ـ ايراني آسا ASA سنڌي ـ آها / آسا
AHA / ASA سنسڪرت- آسا ASA.

اويستان- ترفيات TR

FYAT، هند ايراني- ترپيات TRPYAT سنڌي، ترپيات TRPPAT
کان سنسڪرت TRPYAT.

اويستان در زرو ZRO DR ـ هند ـ ايراني دهرزهرس
DHRZHRSAS هند ـ يورپي درگهہ روس DHRGHROS سنڌي
ڏڙگها DRGHA سنسڪرت ڏڙهہ DRH.

اويستان، پرو PARO قديم فارسي پر PARA قديم ايراني پرهہ

PARAH سنڌي، پپر / پره PARH/PPARA هند - ايراني پرس PARAS سنسڪرت پرهہ PARAH يوناني پروس PAROS هند يوربي پروس PRROS. هند - يوربي، رمو RMO هند - ايراني رما RMA سنڌي ارمہ/ رمہ RMA/ARMA اويستان ارنيما ĀREMA ارمہ پڻ ARMA) سنسڪرت آرمہ ARMA هند - يوربي، رتو RTO رتا RTA قديم ايراني اَرت ARTA سنڌي رت / ڙت RTA/RTA اويستان، اسASA (سنڌي پڻ اس ASA) سنسڪرت، رت RTA. هند يوربي ديڪمہ DEKM - هند - ايراني دس DASA قديم ايراني، دس DASA - سنڌي دس / دس DASA /DASA اويستان دس DASA سنسڪرت دس DASA.

سر آواز(Vovels)

هند - ايراني ۾ رهہ RH، سنڌيءَ مہ ر R ڪڏهن ڪڏهن ارAR بہ ڏسڻ ۾ ايندو آهي. اويستان ۾ گهٽو ڪري ر R لاءِ ار AR ڪمہ ايندي هئي. ساڳيءَ ريت هند - ايرانيءَ ۾ ر R ڪتب آڻڻ جو رواج هو. سنڌيءَ ۾ ڊگهي آواز لاءِ الف A ڪتب ايندو هو. اويستان ۾ بہ بنا ڪنهن جواز جي ساڳيو طريقو استعمال ڪيو ويو ٿو. سنڌيءَ ڀاڳ + آ - BHAG + A ڪي BHAGA جي اچار ۾ لکي سگهبو آهي. مثال طور هڪ لفظ بڪا BAK-A آهي ۽ بڪ BAKA لفظ جي بنياد الف جو ڊگهو آواز A ڏنل آهي، جنهن جومطلب آهي بڪ ڪان يعني ڊگهو الف A ”ڪان“ جي معنيٰ ڏيکاري ٿو. جهڙيءَ ريت اويستان جو تاريخي طور ابتو پير ڪٽبو تہ اچي سر آوازن جي هند - ايراني ۽ هند - يوربي وسيلن وٽ بيهبو. ساڳيءَ ريت سنڌي سر آوازن جي پنتي تاريخ وچي هند - ايراني ۽ هند - يوربي جي سر

آوازن سان ملي ٿي. ان وسيلي اسان کي ٽورن سر آوازن جهڙوڪ :
2 الف A، آ A ۽ ٻسرن سر آوازن جهڙوڪ آئي AE، آئي AY ۽
آو AO جو ڪجهہ دئو پوي ٿو. مثال طور سنڌي ٻوليءَ جو سر آواز
ار AR ر R رر RR قديم ايراني جي ار AR هند - ايراني ڙ R ڙڙ RR
آهي.
سنڌي آ A، اويستان، آ A د قديم ايراني ۽ هند ايراني آ A هند -
يورپي آ A - اي E، آو O، مهہ IN، نَ N پاڻ ۾ پيٺائي سگهجن ٿا.
اويستان ڪ K، سنڌي ڪ K، قديم ايراني ڪهہ KAH آهي، هند
- ايراني ڪس، سنسڪرت ۾ ڪهہَ KAH آهي، هنن کي بہ پاڻ ۾
پيٺائي سگهجي ٿو. ساڳيءَ ريت، اويستان پسو PASU، هند -
ايراني، پسو PASU، سنڌيءَ ۾ پسو PAS سنسڪرت ۾ بہ پن
پسو PASU آهي. هند - ايراني ۾ جيڪا ر R ۽ رر RR آهي سا
قديم ايرانيءَ ۾ بدلجي ار AR ٿي وڃي ٿي. قديم سنڌيءَ ۾ رر
RR سو پوئين دور جي سنڌيءَ ۾ بدلجي ار AR ٿي ويو، ان جو
مثال ررهہ RRHA آهي، جيڪو پوءِ ارهہ ARHA ۾ مٽجي ويو.
(خاڪو 44). هند - ايراني ٻوليءَ ۾ ٻِسُرا سر آواز جهڙوڪ آئي
AI، ايوُ AU، آئي AI ۽ آيُو AU آهن، سي قديم ايراني ٻوليءَ ۾ بہ
بحال رهيا آهن، جيڪي فقط قديم فارسي ۾ محفوظ آهن. ڏسڻ ۾
اچي ٿو تہ سنڌي ٻولي بہ قديم ايراني جيان آئي AY، AE اِئي، آو
AO پاڻ وٽ بحال رکيا آهن. پر قديم هند - آريائي ٻوليءَ ۾ اهي اي
E، و O آئي AI ۽ آيُو AU سر آوازن ۾ مٽجي ويا ٿا پائنجن. اهو بہ
معلوم ٿئي ٿو تہ هند - ايراني ٻولي جا اڻ پٽيٽا وسرگ اچار
VOICELESS ASPIRANTS قديم ايراني ٻوليءَ ۾ بہ اڻ پٽيٽا

وسرڳ اچار رهيا آهن ۽ اويستان جو آآ AA جو اچار هند - ايراني
ٻوليءَ ۾ ٿنجي آت ATHA ٿجي ويو آهي. وڌيڪ لاءِ سنڌي ٻوليءَ
۾ موجود وسرڳ اڻ پٽيٽن آوازن جهڙوڪ: اٿ ATHA معني ٻاه کي
پيٽي ۽ پرکي ڏسندا. هند ايرانيءَ پٽيٽا وسرڳ اچار قديم ايرانيءَ ۾
اوسرڳ DEASPIRATED اچار ٿجي ويا. مثال طور اويستان ۾
بَراتا BARATA قديم فارسي ۾ بَراتا BARATA سر ٿنجي هند -
ايراني ڀراتا BHARATA تي ويو، سنسڪرت ڀارات BHARATA
آهي. سنڌي ۾ پٽيٽا وسرڳ ۽ اوسرڳ اچار موجود آهن جهڙوڪ:
ڀدر BHADRA/ بادر BAADRA// بدر BÀDRA. پر سنڌي ٻولي
۾ هڪ هيءَ ڳالهه ضروري آهي تہ هن قديم ايراني O, X بدران
هند - ايراني اکر ڪ K ت T پ P پاڻ وٽ بحال رکيا آهن. سنڌي
لفظ پر PARA، هند ايراني پر PARA اويستان فر FRA،
سنسڪرت پر PRA کي پيتائي ڏسندا. سنڌي سَڪر SAKAR
هند - ايراني سوڪر SUKRA، اويستان جي سخرا SUXRA ۽
سنسڪرت جي سوڪر SUKRA کي پاڻ ۾ پيتائي ڏسندا. هند -
ايراني ۾ ر (هند - يورپي ۾ ر R ۽ ي I) قديم ايراني ۽ سنڌيءَ ۾
بہ ر R رهي آهي. پر پٽيٽا اچار جهڙوڪ ز Z، زهہ ZH، قديم ايرانيءَ
۾ قائم رهي ڪونہ سگهيا. سنڌي لکت ۾ علامتي نشاني IXI ز Z
جي اچار واسطي آهي. پر اهو هن لکت ۾ تڪراري مسئلو آهي.
قوي امڪان اهو نظر اچي ٿو تہ سنڌي لکت ۾ ميچيءَ واري علامتي
نشاني اويستان جي X، قديم هند - آريائي س S ۾ گهٽو ڪري س
S جي اچار لاءِ ڪتب ايندي هئي.

## حالتن جون پڇاڙيون CASE - ENDINGS

جتي اويستان ۽ قديم هند - آريائي ٻولين هند - يوربي ٻوليءَ وٽان جنس (مذڪر ۽ مونث وغيره) جو سرشتو مليو تہ اتي عدد واحد، اٽنا ۽ جمع پڻ ڪيس ورثي ۾ مليو. پر اسان ڪي سنڌيءَ ۾ نہ جنس جي موجودگيءَ جو پتو آهي ۽ نہ وري عدد جو ڏس ملي ٿو. قديم هند - آريائي ٻولي ۽ اويستان ۾ هند - يوربي ٻوليءَ واريون اٺ حالتون موجود آهن. ان جي جاءِ تي سنڌي ٻوليءَ ۾ ٽي اهم حالتون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون جهڙوڪ: حالت اضافت GENITIVE CASE، اسم جي مفعلي غير تعريفي حالت DATIVE CASE ۽ وسيلي واري حالت INSTRUMENTAL CASE. پر هتي فاعلي حالت NO-MINATIVE CASE کي اهميت ڪانہ آهي.

هند - يوربي ٻوليءَ ۾ فعلي اضافي حالت جي پڇاڙيءَ ۾ الف - A هوندو هو، جيڪو هند - يوربي اصلي سر آواز و O سان سسي نُنڍڙو ٿي ويندو هو، جنهنجو آخري اچار وچي آو O بيهندو هو. ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ آ A جو اچار، هند - ايراني ٻوليءَ ۾ بہ آ A جو اچار رهيو آهي ۽ اهو سر آواز آ A آخر ۾ سيني اصلي ۽ بنيادي لفظن سان ملي وڃي ٿو. ساڳيءَ ريت سنڌي ٻولي ۾ بہ فعلي اضافي حالت ۾ INSTRUMENTAL CASE پڇاڙي واري حالت ENDING CASE آ A سر آواز سان آهي ۽ اهو اصول سيني بنيادي ۽ اصلي لفظن سان لاڳو آهي. مثال طور هند - يوربي ٻولي ۾ ايڪوو EKWO آئي AI جي آهي. هند يوربي جو ايڪ ووئي EK-WOI هند - ايرانيءَ جي اسوائي ASVAI جي برابر ٿيندو جيڪو سنڌي جي اچار اسواءِ ASVAE ۽ اوستا جي اسپاءِ ASPAI ۽

سنسڪرت جي اسوايا ASVAYA برابر آهي. اهڙيءَ ريت سنڌيءَ ۾ اسوڪئہ ASVAKAE (HAE) درڪئہ DRAKAE، پڪئہ PA-KAE وغيره جهڙا لفظ آهن، جن جي پڇاڙي اُءِ سان ڏسڻ ۾ ايندي. هند - يوربي ٻوليءَ ۾ عدد واحد جي اسمي صرفي حالت وسرڳ آواز کي ڇڏي باقي سندس پڇاڙي ايس ES اس AS يا فقط س S سان پوري ٿئي ٿي. سنڌي لکت ۾ هند - ايراني اد AD ۽ اويستان جي ات AT واري اسمي صرفي حالت، ABLATIVE CASE ENDING گهٽي ڪانہ ٿي ڏسجي، جنهنجو مثالً هي آهي ورس VERS + AT ات يا ورس آ VERSA + ت T= هہ ورست. سنڌي ٻوليءَ ۾ خاص ڳالهہ مضاف اليه يا حالت اضافت GENITIVE CASE آهي، جنهن جي پڇاڙي H / ها HA اهہ AH سان ٿئي ٿي ۽ ڪڏهن ڪڏهن وري اها AHA سان بہ ٿيندي آهي، جهڙوڪ: بڪ - آها BAKA - AHA، بَڪَ - ها BAKA - HA، بڪ - هہ وغيره. ان ڳالهہ جو بہ امڪان آهي تہ هند - يوربي ٻوليءَ ۾ هنن پڇاڙين کي اسم جي صرفي حالت ABLATIVE ۾ بہ ڪتب آندو ويو آهي. ساڳيءَ ريت آئي AE واري پڇاڙي عدد واحد جي ظرفي حالت ۾ LOCA-TIVE CASE ۾ بہ استعمال ڪئي ويندي هئي.

## اسمي مرڪب

سنڌي ٻوليءَ جي هڪ نمايان خوبي اها آهي تہ قديم هند - آريائي ٻولي کان وڌيڪ اسمي مرڪب جوڙي سگهندي هئي. قديم هند - يوربي ٻوليءَ جو گرداني طريقہ ڪار ڏانهن پهريون قدم، اسمي مرڪب جوڙڻ آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾نهايت دلچسپيءَ واري ڳالهہ اها بہ آهي تہ اسمي مرڪبن جوڙڻ وقت لفظن جا ٻہ يا وڌيڪ پد ڏسڻ

۾ ايندا. هن ٻوليءَ ۾ لفظ جو پويون رڪن هوندو آهي، جيڪو گردان جي ڦيري مان گذرندو آهي. پر قديم هند - آريائي ٻوليءَ اندر اسمي مرڪبن ۾ فقط ٻه پد هوندا آهن، جن مان هڪ تي گردان جي ڦيري جو ڪوبه اثر ڪونه ٿيندو هو. قديم هند آريائي، حتي، جرمن، بالٽو - سلاو، يونانِي ۽ ٻين هند - يورپي ٻولين اندر مرڪبن جي سيني قسمن کي اسم خاص طور ڪتب آندو ويو آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ به ساڳيو طريقو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. مثال طور جئين اسوا مک MAKHA ASVA گهوڙن ۾ شاهوڪار اشواپتَ ASVA PAT گهوڙن جو سردار، اشواپَ ASVAPA گهوڙن جو رکوالو، يعني گهوڙن کي سکياڏيندڙ GROOM، هپت (سپت) (SASA) S= asa ستن جو حڪمران، هپت سسا SASA HAPTA= چمڪندڙ ست.

سنڌي لکت ۾ اها هڪ عام ڳالهه نظر اچي ٿي ته جڏهن لکڻ واسطي جاءِ تمام سوڙهي هوندي ته لفظ بلڪل ننڍا ڪري لکيا ويندا هئا. مثال طور سڪ SAKA لفظ لاءِ فقط سَ SA، مهه MAHA لاءِ تہ MA ۽ تر TARA لاءِ فقط تہ TA لکيو ويندو هو. هڙاپا وارا ٻن لفظن مان هڪ لفظ جوڙيندا هئا ۽ گردان ۽ ٻئي جوڙجڪ لاءِ ان مان هڪ لفظ جو مطلب وٺندا هئا ۽ انهن مان هڪ کان سواءِ سيني مان گرداني پڇاڙيون ڪڍي ڇڏيندا هئا، مثال طور پَو - سڪ - پنٽ (يا پنز) ستهہ PAN- OR PAV-SAKA-PANTA GA SATAHA پاڪ ۽ طاقتور پنجن سون جي (مهر).

هتي ٻي هڪ اهم ڳالهه ڏسڻ ۾ اچي ٿي جنهن ڏانهن ڌيان ڇڪائڻ لازمي ٿو سمجهان ته سنڌي ٻوليءَ ۾ خاص نڪتن کانسواءِ

سئنڌي COMBINATION EUPONIC ڪوٺ آهي.

جهڙو تر + ارهہ TRA+ARHA ترا رهہ TRAH لائق بچائيندڙ.

قديم هند - آريائي ٻوليءَ جا ڪجهہ اسمي مرڪب ٻوليءَ ۾ موجود نظر ايندا.

تتپرس TATPURUS

هي قطعي پڇاڙيءَ وارو متوسل مرڪبDETER- DEPENDENT COMPOUND MINATIVE آهي، جنهن جي پهرئين پد ۾ پڇاڙيءَ واري حالت ENDING CASE ورلي ٿيندي آهي. مثال طور جيئن تري ورساءِ TRIVRSAE ٽن مردن جهڙي ڏانهن "TO THE THREE MANLY" (هي حوالو اگني ڏانهن آهي). گهہ - پهہ - پات - هہَ GAH - PAH - PAT - HA بچائيندڙ حاڪم جي وينتي يا لائق بچائيندڙ حاڪم جي گذارش.

ڪرم ڌاريہ

ڪرم ڌاريہ ساماسا Samasa ۾ پهريون پد لکت جي پنهنجيءَ خاص جاءِ تي هوندو آهي ۽ آخري پد سان ظرفي طور ڳنڍيل هوندو آهي. جهڙيءَ ريت (1) پهس - پت (پات) (PAT) PAHAS-PAT بچائيندڙ حاڪم جنهن جو مفهوم آهي بچائڻ وارو حاڪم. (2) پَهَ - آت PAH-ATHA بچاءِ باه "PROTECT FIRE" يا بچائڻ واري باه.

(3) سڪ - تر (ياتري) مهہ (MAHA SAKA-TRA(OTRI) سگهارو بچائيندڙ (جيڪو ٿيٽو) وڏو آهي يا سگهارو ۽ ٽن ڳالهين ۾ وڏو. مفعولي مرڪبن جا اهڙا مثال تمام ٿورا آهن، جن ۾ پهريون پد فعلي اسم VERBAL NOUN طور رابطي ۾ هوندو آهي ۽ مرڪب جي آخري پد کي ضابطي ۾ رکندو آهي، جهڙو آترت ATRATA ۾

شروع ڪان وٺي ٻچائيندڙ.

مڪرر مرڪب COMPOUND INTERATIVE

هن سماس SAMASA ۾ اسمي يا فاعلي صفتون، ظرف ۽ انگ اچي وڃن ٿا، جن کي ورجايو ويندو آهي، جهڙوڪ (1) پرا - پرا PARA-PARA نهايت متاهون. پٽ - پٽ PAT-PATA حاڪمن جو حاڪم. (3) آئڪي - ائڪا AEKE-AEKA= فقط هڪ.

پيچاڙين سان گڏ اڳياڙين واري ٻولي.

سنڌي فقط پيچاڙين واري نه، پر اڳياڙين واري ٻولي به آهي. بون گارڊ ليون BONGARD LEVIN ۽ ان جي ساٿين جو خيال آهي ته هيءَ ٻولي رڳو لفظي پيچاڙين واري ٻولي آهي. هن انومان جي آڌار تي سنڌن راءِ آهي ته هيءَ ٻولي هند - يوربي ٻولين جي ڦري مان نه آهي. پر هتان سوَن جي انگ ۾ اهڙيون لکتون مليون آهن، جن مان اها ثابتي ملي ٿي ته سنڌي ٻوليءَ ۾ اڳياڙيون PREFIXES به موجود آهن، جيڪي هيٺ ڏنل مثالن ۾ ڏسي سگهجن ٿيون.

| مهرنمبر | لکت | مطلب |
|---|---|---|
| 23 | هو هه " پهه - سهه - پا HAVAH" PAH-SAHA- PA | باس يا ميجتا ڏيڻ، ٻچائڻ واري لائق ٻچائيندڙ کي |
| 33 | ترپت ارڪ TRPPTA ARKA | راضي ارڪ |
| 76 | سهه پا SAHA - PA | اهل ٻچائيندڙ |
| 58 | پرا تريڪ PARATRIKA | سڀ کان متاهون ٽرائيڪو (TRIAL) |

| | | |
|---|---|---|
| 241 | ارهہ - بگئہ سَس - ارک<br>ARHA - BAGAE - SASA ARKA | نهايت اصل ديوتا سس ارڪ |
| 296 | اِڪ پگهہ ورسهہ<br>EKA-PAGHA-VRSAHA | اڪيلي سگهاري ورسهہ جي (مهر) |
| 312 | سامہ ڀگ<br>SAMA BHAGA | ڀاڄهيندڙ ديوتا (GOD) |

# ۱۰۰۰ ق - م - واري دور ۾ سنڌو لکت جي اوسر.

اسان کي پوئين دور جي بيٽ دوارڪا ۽ جبلن تي برهمي لپيءَ ۾ اشوڪ جي لکت مان پتو پوي ٿو تہ برهمي لکت سنڌي تصويري

سنڌي لکت ۾ اهڙا بہ مکيہ اصول آهن جن برهمي لکت تي بہ گهرو اثر ڇڏيو آهي. تن جو ذڪر هيٺ ڪجي ٿو. (1) گڏيل وينجن سراڪرن کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ٻن يا وڌيڪ وينجن سر اڪرن جي

تاريخ کان قديم دور واري بيٽ دوارڪا جي لکت

دوارڪا گجرات جي سامونڊي ڪناري سان هندو ڌرم جي ڪري هڪ پوتر ۽ تاريخي اهميت وارو قديم شهر آهي. چيو ويندو آهي تہ جڏهن هتان سمنڊ هٽي ويو هو تہ شري ڪرشڻ هن مشهور شهر کي اڏيو هو. مها ڀارت، هري ومسہ ۽ ٻين پراچين اتهاسن موجب اهوشهرسمنڊ ۾ ٻڏل هو. هن ڪتاب جي لکڻهار سنہ 80 -

1979ع ۾ دوارڪاڌِس DWARKADHIS مندر جي اڱڻ ۾ کوٽائي ڪرائي هئي، جنهن مان ٽن پراڻن مندرن جي موجودگي جو پتو پيو هو، جن جو دور هڪ صدي قبل مسيح کان وٺي نائين صدي عيسوي تائين پکڙيل سمجهه ۾ اچي ٿو. معلوم ائين پئي ٿيو ته انهن جي تباهي سمنڊ جي ڪري ٿي هئي. هڪ پراڻي مندر جي مٿيءَ جي ڍير مٿان تاريخ کان اڳ واري دور سان لاڳاپيل هڪ وسنديءَ جا اهڃاڻ به مليا آهن. هن آڳاٽي ترڙ مان ڳاڙهي رنگ جا چمڪندڙ ٺڪر جا ٿانوَ مليا آهن. هن شاهديءَ جي آڌار تي چئي سگهجي ٿو ته مٿي آيل وسندي ٻي سهس قبل مسيح جي وچ ڌاران اڏي وئي هوندي. ان کان پوءِ نيشنل اوشنوگرافي گوا، مئرين آرڪيالاجي نالي هڪ رٿا جوڙي، 1983ع کان 1990ع تائين دوارڪا پرسان سمنڊ ۾ ڪم ڪيو.

## دوارڪا ٻيٽ ۾ سمنڊ اندر ٻڏل شهر

دوارڪا ٻيٽ کي سنکو ڌارا SANKHODHARA به سڏيو ويندو آهي ۽ چيو ويندو آهي ته هتان وارو سمنڊ جو پاڻي ڪرشن ديوتا سڪايو هو. سن 1982ع ۾ مئرين آرڪيالاجي جي جاکوڙي جٿي ڪناري پرسان ٽڪرائتي علائقي مان هڪ قلعبند پراڻو شهر ڳولي لڌو هو، جتان ڪين هڙاپا جي پوئين دور سان لاڳاپيل ٺڪر جا ڳاڙها چمڪيلا ٿانو هٿ آيا هئا. هن دريافت کان پوءِ سمنڊ جي پاڻي اندر پهريون ڀيرو 1983ع ۾ ۽ ٻيهون ڀيرو 1988ع ۾ ڪوشش ڪئي وئي، جن وسيلي سمنڊ هيٺ آيل هن شهر جي قلعي جي ڏاکڻي ۽ اترين ٻانهين به ڳولي لڌي وئي. ظاهر ٿيندڙ ڳالهين مان پتو پيو ته هيءَ

وسندي ٻي سهس قبل مسيح جي وچ تائين آباد هئي ۽ سمنڊ اندر سندس ڊيگهه چارڪلو ميٽر هئي. پراچين اتهاسن ۾ دوارڪا کي نگري NAGARI ۽ واري درگا DURGA VARI جي نالي سان به سڏيو ويندو هو. انومان آهي ته 1500 ق. م سمنڊ جي چاڙهه ڪري هيءَ وسندي پاڻي هيٺان اچي وئي. ان دور کان وٺي اڄ تائين انهن ماڳن تي پاڻي جي اونهائي ڏهه ميٽر آهي.

پوئين دور سان لاڳاپيل سنڌ سڀيتا جي مهر پليٽ XLVIII ۽ ٺڪر جي ٿانءَ تي لکت - پليٽ XLIX

هن ماڳ جي سن 1984ع واري کوٽائي ۾ کوجنا دوران ٻه اهم نادر شيون هٿ لڳيون، جن وسيلي هنن ماڳن جي دور جو پتو سولائيءَ سان پئجي ويو. انهن مان هڪ چوڪنڊي ۾ سنڌ سڀيتا جي طرز جي مهر آهي جيڪا سنک CONCH جي ٺهيل آهي. هيءَ مهر ٽي سو ميٽر ڊگهي ڪوٽيل واهي، UW-6 جي تهه تان ملي، جيڪا سمنڊ واري پاسي BDK ايراضي I ۽ II مان کوٽي وئي هئي. هن مهر تي ٽن سرن واري جانور جي تصوير اڪريل آهي، جن مان هڪ سر ڏاند جو ٻيو، هڪ سڱئي جانور جو ۽ ٽيون ٻڪريءَ جو آهي، پر طرز بحرين واري اٿس (ڏسو پليٽ XLVIII). مٿس ڪاٻه لکت ڪانه تي ڏسڻ ۾ اچي. ٻي لاڏ باش جي ٿانو جو هڪ ٺڪر آهي، جيڪو ورن ۾ ڦلهو ۽ رنگ جو ڳاڙهو آهي، اهو سمنڊ جي پاڻيءَ هيٺان مليو. توڙي جو هن مٿان سمنڊ جي لهرين جو پاڻي پئي اوٿيو موٽيو آهي، پر پوءِ به هن مٿان ٺيل لکت پڙهڻ جوڳي آهي. هن دور جو ڪاٿو ڪرڻ وقت اسان کي لڌل ٿانو جي زماني ۾ قديم تحرير جي

پڙهڻ واري فن کي ڪتب آڻڻو پوندو. هن جهڙو هوبهو ٻيو نڪر ٻيءَ ايراضي II-BDK تان لڌو ويو، جيڪو هڙاپا جي پوئين دور سان واسطو رکي ٿو. ان جهڙو ٽيون نڪر پاٽيءَ هيٺان به مليو آهي. پوئين نڪر تي سمنڊ جي پاڻيءَ ڪجهه اثر ڪيو آهي. لڪت وارو نڪر واريءَ ۾ ڪجهه پوريل هو، ان ڪري سمنڊ جي پاڻيءَ مٿس اثر ڪونه ڪيو آهي. پر لوٿياٿ پنهنجو ڪم ضرور ڪيو آهي. ٻي اهڙي نڪري هيج HEDGE ناگيشواڙ NAGESHWAR پرسان هڪ ٽرڙ مان لڌي. اها به هڙاپا جي پوئين دور سان لاڳاپيل آهي ۽ ڪنهن لڪت کانسواءِ آهي. بيٽ دوارڪا جي ٽَڪرائتيءَ ايراضيءَ مان لڌل جنهن نڪر تي مانڌاٽي جهڙو چٽ آهي ۽ ناگيشواڙ مان لڌل نڪر مان اها تصديق ٿئي ٿي ته لڪت وارو ٿلهو ڳاڙهو، باس جي ٿانو جو نڪر جيڪو بيٽ دوارڪا پرسان سامونڊي پاٽي هيٺان لڌو هو، سو ڪنهن تاريخ کان اڳ واري دور سان تعلق رکي ٿو. ٻي ڳالهه ته هڪ چمڪيلو ڳاڙهو ٿانو ۽ ٻيو ڪا شيءِ وارو ٿانو به ان ايراضي مان لڌو، جتان لڪت وارو ٿانو لڌو هو ۽ ڪا شيءِ وارو ٿانو بحرين BAHRAIN (1200 ـ ق.م 1500 ق.م) سان واسطو رکي ٿو.

## لڪت (پليٽ XLIX، خاڪو 67)

لڪت وارو هي ٿانو وڏي منهن وارو آهي. ڪلهن وٽ ڪناري ۽ سوراخ به اٿس ۽ سندس ڪلهن وٽ ستن قسمن جا مختلف اکر ڏسڻ ۾ اچن ٿا. اکر هڪ سينٽيميٽر ڊگها ۽ هڪ ٻئي کان جدا لکيل آهن. ستن مان ڇهه اکر اهڙا آهن جن جو واسطو سنڌ سيپيتا جي پوئين دور سان آهي. هڪ اکر جيڪو ڪاٻي کان چوٿون آهي،

سو ٻن علامتي نشانين جو مرڪب ڏسڻ ۾ اچي ٿو، جن مان هڪ سنڌ سڀيتا جي پوئين دور جي ان علامتي نشاني جهڙو آهي، جنهن جو آواز گَ - GA جهڙو آهي. ٻي علامتي نشاني سنڌ سڀيتا سان واسطو ڪانه ٿي رکي، پر برهمي جي ان نشانيءَ جهڙي آهي جنهنجو اچار چَہ -CA ٿي سگهي ٿو.لکت جو طرف ائين ڪاٻي کان ساڄي طرف آهي، جهڙيءَ ريت برهمي لکت جو آهي. مرڪب کان ڪانسواءِ سيئي علامتي نشانيون هڪ طرف کان سامي (فينيقي) لڳن ٿيون تہ وري ٻئي پاسي کان سنڌ سڀيتا جي پوئين دور سان واسطو رکندڙ علامتي نشانين سان بہ هڪ جهڙائي رکن ٿيون. سٽن مان گهٽ ۾ گهٽ پنج علامتي نشانيون اهڙيون آهن، جيڪي اسان کي سانر -SA NUR واري جبل تي ٿيل لکت جهڙيون معلوم ٿين ٿيون. ٿي نشانيون برهميءَ جهڙيون آهن. اها لکت پنهنجي دور جي سهيوڳي سامي لکت جيان صوتي ملهہ جي ناتي سان ڪيل آهي. ٻُهرين علامتي نشاني ڏکڻ عرب جي لوهہ واري دور جي هڪ علامتي نشاني جهڙي آهي، جيڪا m p جي اچار لاءِ ڪم اچي ٿي. اها ساڳي نشاني دائم آباد جي هڪ ٺڪر جي ٽانو تي ڏسڻ ۾ اچي ٿي. جنهنجو سنڌ سڀيتا جي پوئين دور سان واسطو آهي. ان علامتي نشانيءَ کي برهميءَ ۾ مَ MA جي اچار لاءِ ڪم آندو ويو. باقي وچ واري دور لاءِ رنگپور ۽ سانُر SANUR جي جبل واري لکت کي پيش ڪريِ سگهجي ٿو.

بيٽ دوارڪا واري نمبر ٻي ۽ ٽين علامتي نشاني سامي (ڪنعاني) ۽ سنڌ سڀيتا جي پوئين دور جي لکت جي هہ H جهڙي آهي. سنڌ سڀيتا جي لکت ۾ بہ هن علامتي نشانيءَ جو صوتي ملهہ هہ آهي.

بيٽ دوارڪا مان هٿ علامتي نشانين جوملڻ اهو ٻڌائي ٿو تہ سنڌ سپيتا جي روايتن ۾ نشانين جو سلسلو اڃا ڳنڍيل هو. اها ساڳي نشاني دائم آباد ۾ جبل وارين لکتن ۾ پڻ ڏسڻ ۾ ايندي. هڪ ٻي حقيقت پڻ آهي جيڪا وڌيڪ ڌيان لهڻي ٿي، سا اها آهي تہ ٻي ۽ ٽين علامتي نشانيءَ جو منهن ساڄي پاسي آهي ۽ سنڌ سپيتا جي مهرن جي لکڻ جو نمونو بہ اهو ساڳيو هو. چوٿين علامتي نشاني ٻن علامتن جو مرڪب آهي، برهميءَ ۾ جن جو صوتي ملهہ گَ GA ۽ چَہ CA آهي.

هتي جيڪا پهرين علامتي نشاني آهي، تنهن جو سنڌي ۽ سامي لکت ۾ صوتي ملهہ گَ GA آهي. علامتي نشاني نمر ٻي نہ سنڌي لکت ۾ ڏسڻ ۾ ايندي ۽ نہ وري سامي لکت ۾ ئي موجود آهي. ڇاڪاڻ تہ انهن ٻنهي لکتن ۾ تارونءَ مان نڪرندڙ آواز ڪونہ آهن. مذڪوره ٻي علامتي نشاني فقط بيٽ دوارڪا ۽ برهمي لکت ۾ ڏسڻ ۾ آئي آهي. هن مان اسان سمجهون ٿا تہ اها وچين دور جي پيداوار آهي، جڏهن تارونءَ مان نڪرندڙ آوازن ۽ انهن آوازن جي علامتي نشانين جي ضرورت محسوس ٿي، جيڪي تارون ۽ زبان جي چوٽيءَ وسيلي نڪرندا هئا. اهڙيءَ ريت ٻن علامتن جي گڏيل نشانيءَ جو اچار GACA يعني گچہ هيو. هيءُ ۽ ڪَہ چَہ جو آواز هڪ جهڙائي رکي ٿو. سنڌي لکت ڪ ۽ گ جو آواز هڪ ٻئي سان مٽجي سٽجي سگهندو آهي يعني بَڪَ BAKA کي بـگَ BAGA پڙهي سگهبو.

علامتي نشاني نمبر پنجين ص S جهڙي آهي جيڪا سنڌي لکت

سامي شغتبل SHAFATABLE ۽ سامي اسدروبل ASDRUBAL ۽
ڪنعاني علامتي نشانيءَ جهڙي آهي. توڙي جو اها برهمي لکت ۾
يَ YA ڪان وڌيڪ گهہ GHA جهڙي آهي، پرسنڌي ۽ سامي لکت
۾ بنيادي طور هيءَ علامتي نشاني هہ H لاءِ ڪتب اچي ٿي. آخري
نشاني شڪل صورت ۾ اهڙي آهي، جنهن کي سامي لکت جي ان
علامتي نشانيءَ سان پيئاثي سگهجي ٿو، جنهن جو اچار پ PA آهي.
سنڌي لکت جيان ٻہ چنهنيون اهڙيءَ ريت مٿان ڏنل آهن، جو ان جو
اچار پا PA پڙهي سگهجي ٿو. اهڙيءَ ريت سڄي لکت جي امڪاني
پڙهڻي وچي هيءَ بيهندي مہ. ها. هہ. گَ- چَ- سَ- هہَ- پا - MA
HA - HA - GA - CA - SA - HA - PA مهاگچہ، سهہ، پا يا مها
ڪچ، سهہ، پا، جنهن جو مفهوم ٿيندو "سمنڊ (سمنڊ جا ديوتا)
بادشاه (يا حڪمران) بچاءِ.

جيڪڏهن تنهي آخري نشانين کي برهمي نشانين جهڙو صوتي ملهہ
ڏيون، چاڪاڻ تہ اهي برهمي نشانين سان هم شڪل آهن، تہ انهن
جي پڙهڻي ٿيندي وَجَمَ VAJAMA گهجم GHAJAMA پر يجس
YAJASA ڪانہ ٿيندي جنهنجي ڪا معنيٰ ئي ڪانہ ٿي نڪري.
جيڪڏهن انهن سان هم شڪل سامي علامتي نشانين موجب صوتي
ملهہ ڪيبو تہ پرهڻي سهہ - پا SAH-PA ٿيندي ۽ معنيٰ بادشاه بچاءِ
PROTECT RULER يا بچائيندڙ PROTECTOR جيڪا پڙهڻي
سنڌي ۽ سامي صوتي اصولن موجب قائم ڪئي وئي آهي تنهن مان
اهڃاڻ ملن ٿا تہ هيءَ لکت سنڌ سيپتا جي مهرن جيان سامي نہ پر
هند - يوربي آهي.

مهامڪيچ MAHAMACECHA جو اصطلاح مهاڀارت ۾ به ڪتب آندو ويو آهي جنهن ڪي اعليٰ شان وارا سيدرِنا توناCED- HIGH TOONA RENA ۽ ڪيس وسيع ڪنارا آهن. امرا سمها AMARA SUMHA ۽ ٻيا لغتدانن هن ڪي سمنڊ يا سمنڊ جو ديوتا ورونا سمجهن ٿا. جڏهن ٻولي ۽ ان جي لکت جي ترقي، پيداش واري اصلي ملڪ ۽ ان جي روايتن تي ويچارجي ٿو ته هن لکت ۾ سندس مفهوم بلڪل مناسب چئي سگهجي ٿو. دوارڪا ۾ ويرونا ديوتا جي آستان تي باسون باسِيون ويندڙيون هيون، جنهن ۾ بيٽ دوارڪا به شامل آهي ۽ ٻئي ڏرتي وسيلي ڳنڍيل آهن. اتي ويرونا ديوتا نالي پنيان هڪ مندر به تاهيل آهي. رگويد ۽ مهاڀارتا ۾ اهڙا حوالا موجود آهن. جن ۾ سمنڊ جي ديوتا ويرونا جي پوڄا پاٺ، ياترا ۽ پيٿائن جو ذڪر موجود آهي. سنڌ سڀيتا جي دور ڪان وٺي ويندي وچين سمي تائين، ان دور سان لاڳاپيل اهڙا باس جا ٿانو لڌا آهن، جن تي هن ديوتا جي باس يا مجتا جا اشارا ملن ٿا. آڳاٽي تحرير ۽ نڪر جي ٿانو جي شاهديءَ جي آڌار تي ايترو چئي سگهجي ٿو ته اهڙا باس وارا ٿانو جن تي ان ديوتا جي نالي جو اشارو آهي، جنهن تي اها سڪا باسيل هوندي هئي، پين هنڌن تان به مليا آهن. اهڙا ٿانو سنڌ سڀيتا جي پوئين دور سان واسطو رکن ٿا. بيٽ دوارڪا DWARKA BET جي ٽڪرائتي ايراضيءَ مان ڳاڙهو چمڪيلو ٿانو لڌو آهي، جنهن جو آوي ۾ پچي تيار ٿيڻ وارو دور 1500 ق.م آهي. تنهن ڪري سمجهي سگهجي ٿو ته ان ٿانو تي ٿيل لکت به 1500 ق. م سان واسطو رکي ٿي. ان حقيقت جي پٺڀرائي اسان کي موهن جي دڙي ۽ لوٿل ڪانسواءِ رنگپور پريس PRABHAS (سومنات) ۽ دائم آباد مان

دائم آباد مان بہ ملي آهي تہ ويدن ۽ مهابارت جي جنگين واري زماني ۾ سنڌي لکت سولي ۽ سهنجي صورت خطي اختيارڪري چڪي هئي. اها بہ هڪ حقيقت آهي تہ برهمي لپي سنڌ سپيتا جي پوئين دور واري سنڌي لکت تان ورتل آهي.

ڪي . وي سئونڊرا راڄڻ (K.V. SOUNDARA) هڪ ٻيءِ پڙهڻي، مهاڪيہ جش MAHA KAYA JOSHA ڏانهن اشارو ڪيو آهي (26). سندس بيان آهي تہ آڳاتي تامل، برهمي لکت جي علامتي نشاني جنهن جو آواز هہ HA آهي، تنهن جو منهن ڪاٻي پاسي آهي، جهڙيءَ ريت ان جو رخ بيٽ دوارڪا جي لکت ۾ نظر اچي ٿو. هو وڌيڪ ٻڌائي ٿو تہ لکت جي طرف ۾ ڦير گهير کي هڪ خاص اهميت حاصل آهي. پر توجهہ طلب ڳالهہ هيءَ آهي تہ ٽين علامتي نشانيءَ جو ٻي علامتي نشانيءَ جيان صوتي ملهہ هہ HA آهي ۽ اهو سومدرا راڄڻ جي بيان جيان ڪَ KA تي ڪونہ ٿو سگهي. چوٿين علامتي نشاني YA پڙهڻ ڪان اڳ حذف ڪري نہ ٿي سگهجي. ان علامتي نشانيءَ جي پڙهڻي گَ چَ GACA ٿئي ٿي سگهي ٿي. اهيرم AHERAM ۽ بيٽ دوارڪا جي لکتن ۾ ش SH جي علامتي نشاني هڪ جهڙي آهي. تامل - غار واري برهميءَ جي YA لاءِ علامتي نشاني بہ گهڻو ڪري ساڳي ڏسجي ٿي، جيڪا اشوڪ - برهمي جي GHA اچار واري علامتي نشانيءَ جهڙي آهي. ٻي علامتي نشاني بنا ڪنهن شڪ جي سامي علامتي نشانيءَ جيان هہ HA جي آواز واري علامتي نشاني آهي جيڪا برهمي ۾ جَ JA جو آواز ڏئي ٿي. اها آخري برهمي علامتي نشانيءَ ڪان مختلف آهي، جنهن جو آواز سَ SA آهي. جيڪا ڏکڻ سامي ۽ سنڌو سپيتا جي

